تيار ڪندڙ: سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ڄام شورو
منظور ٿيل: صوبائي محڪمہ تعليم و خواندگي ، حڪومت سنڌ
مراسلہ نمبر: ايس او (جي-آءِ) اينڊ ايل/ڪريڪيولم ٢٠١٤
گورنمينٽ آف سنڌ اي اينڊ ايل ڊپارٽمينٽ تاريخ ٢٠١٥-٤-٨
سنڌ صوبي جي اسڪولن لاءِ اَخلاقيات جو واحد درسي ڪتاب

صوبائي ڪميٽي براءِ جائزہ ڪتب بيورو آف ڪريڪيوليم ۽ توسيع تعليم ونگ
سنڌ ڄام شورو جو صحيح ٿيل

نگرانِ اعليٰ: آغا سهيل احمد (چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ)
نگران: عبد الباقي ادريس السندي
مُصنّفين: محترمہ روزينہ جماڻي - محترمہ ياسمين جماڻي
سنڌيڪار: ڊاڪٽر محمد انس راڄپر
ايڊيٽر: ڊاڪٽر پروفيسر خليل احمد ڪورائي

## سب ڪميٽي آف پراونشل رويو ڪميٽيءَ جا ميمبر

☆ محترم انجنيئر اي ايل جگرو
☆ محترم افضل جيڪب
☆ محترم يونس مسيح
☆ محترمہ مس ڪسندرا فرنانڊس فيريا
☆ گنيش مل

ڪمپوزنگ ۽ لي آؤٽ ڊزائننگ: ☆ نور محمد سميجو

ڇپيندڙ:

# مضمونن جي فهرست

## باب پهريون: مذهبن جو تَعارف

## باب ٻيو: سِک مذهب



## باب ٽيون: پاڪستان ۾ مذهبي ڏڻ

## باب چوٿون : خانداني اخلاقي قدرَ



## باب پنجون: قانون جي اهميت ۽ فائدا



## باب ڇهون: آدبَ

# باب ستون: شخصيتون

# پيش لفظ

علم جي سکيا اصل ۾ پاڻ کي سڃاڻڻ آهي، جيڪا اسان کي پنهنجي اندر لڪيل صلاحيتن کي سمجهڻ ۽ ترقي ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿي. انهيءَ علم جي محنت سبب انسان ۽ سماج مستقبل ۾ اڳڀرائي حاصل ڪندو آهي. ڇاڪاڻ ته هڪ ٻئي لاءِ احترام جا جذبا، محبت ۽ ايثار جا رويا ۽ مُثبت سوچ جي ڪري انسان نه صرف پاڻ کي، پر پوري سماج کي روشن خيالن ۽ جدّت ڏانهن وٺي وڃي ٿو. اڳتي هلي اهي سماجي لاڳاپا هڪ ٻئي لاءِ فائدي جو سبب بڻجن ٿا.

اخلاقيات جو هيءُ ڪتاب هڪ طرف شاگردن ۽ شاگردياڻين ۾ سندن خيالن، سوچن ۽ راءِ کي وسيع ڪرڻ لاءِ هڪ تربيت آهي ته ٻئي طرف ان سوچ، خيال ۽ سمجهه کي سماج ۾ ٻين ماڻهن سان گڏ رهڻ، هڪ ٻئي کي سمجهڻ ۽ نظم و ضبط جو مظاهرو ڪرڻ جو سبق ڏئي ٿو. ان ٻٽي ذميداريءَ کي ڳوڙهيءَ طرح سان سمجهڻ لاءِ نه رڳو شاگرد ۽ شاگردياڻيون، پر پورو سماج جاکوڙي رهيو آهي، ڇاڪاڻ ته هاڻي اسان هڪ اهڙي دنياوي ڳوٺ ۾ پرڏيهي شهريءَ جي حيثيت سان ڏٺا وڃون ٿا، جتي هر فرد جي سوچ ٻئي کان مختلف هئڻ جي باوجود ان تي اثرانداز ٿئي ٿي. جڏهن ته اسان سيني کي سماج ۾ هڪ ذميدار شهريءَ جي حيثيت سان پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ تياري ڪرڻي پوندي، ته جيئن اسان عالمي ڀائيچارو جوڙي سگهون. انهيءَ مد ۾ امن ۽ آشتي، رواداري، خلوص ۽ ٻين جي سار سنڀال جون صفتون ۽ ريتون، جن جي تلقين هر مذهب ڪري ٿو، انهيءَ تي سختيءَ سان عمل ڪرڻ جي بيحد ضرورت پوندي.

شاگرد ۽ شاگردياڻيون اخلاقيات جي هن ڪتاب ذريعي مختلف مذهبن جي اهم پيغامن، انهن جي عقيدن، رسمن ۽ اخلاقي ريتن سان گڏ مثالي آکاڻين ۽ مثالن ذريعي روزمره جي زندگيءَ کي بهتر بنائڻ ۽ اخلاقي ۽ سماجي مسئلن کي خوشيءَ سان حل ڪرڻ بابت ڄاڻندا. هن ڪتاب ۾ ڏنل لائحه عمل (framework) جي مدد سان شاگرد ۽ شاگردياڻيون پنهنجي شخصيت کي مختلف سياق (context) ۾ سمجهڻ لاءِ تيار ڪندا، جيڪي کين تنگ نظريءَ کان پري، وسيع النظر بڻجڻ ۾ مدد ڪندا. اميد آهي ته هيءُ ڪتاب شاگردن ۽ شاگردياڻين جي ذاتي مطالعي ۾ روشن خيالي پيدا ڪندو. ان سان گڏوگڏ استادن ۽ والدين جي مدد سان شاگرد ۽ شاگردياڻيون وڏي پيماني تي پنهنجو اخلاقي ۽ سماجي ڪردار سمجهڻ جي قابل بڻجندا.

هيءَ ڳالهه سمجهڻ انتهائي ضروري آهي ته اسان سڀ هڪ خوشحال ۽ امن پسند ملڪ پاڪستان جا شهري آهيون. اسان پنهنجي پنهنجي مذهبي عقيدن تي مڪمل آزاديءَ سان عمل

ڪندي، مذهبي، قومي، اخلاقي ۽ سماجي سياق (context) ۾ مخلص ۽ اثرائتو تاثر پيش ڪريون، جو ايندڙ نسلن تائين انساني وحدت جي ڪڙين کي مضبوطي سان جوڙي سگھون.

شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ انتهائي ضروري آهي تہ هو هن ڪتاب ۾ موجود خيالن ۽ حقيقتن کي نہ رڳو غور سان پڙهن، پر ان سان گڏوگڏ پنهنجي راءِ جو اظهار سرگرمي ۽ هدايتن ۾ ڏنل سوالن جوابن جي روشنيءَ ۾ ڪن. ان ڪان سواءِ انهن موضوعن کي سبق سان گڏ سماج ۾ عملي مظاهري جي صورت ۾ ٻڌائين.

اخلاقيات جي هن ڪتاب جا اهم مقصد هيٺين ريت آهن:

- پنهنجي مذهب جي عقيدن، رسمن ۽ اخلاقي پهلوئن جي سمجهہ کي ڪشادو ڪرڻ ۽ ان سان گڏ ٻين برادرين جي عقيدن ۽ رسمن جو احترام ڪرڻ.
- هڪ ٻئي لاءِ راوداري، برداشت ۽ احترام جي عملي طور تي تابعداري ڪرڻ.
- پنهنجو پاڻ کي سٺو ۽ بهتر انسان بڻائڻ ۽ سماج ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻ بابت غور ويچار کي جاري رکڻ.

اميد آهي تہ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن ڪتاب کي پڙهڻ وقت مٿين ڳالهين ۽ مقصدن کي غور سان پڙهندا ۽ ان سان گڏوگڏ وقتًا فوقتًا انهن خيالن ۽ مقصدن جو جائزو وٺندا رهندا تہ جيئن هو پنهنجو پاڻ کي سٺو انسان بڻائڻ ۽ سماج ۾ پنهنجو مثبت ڪردار ادا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ڪامياب رهن.

**مُصنّفات**

باب پھريون

# مذهبن جو تَعارف

## ١- مذهب جو تَصوّر

**مذهب ڇا آهي؟**

انساني دل ۽ ذهن ۾ پيدا ٿيندڙ اهڙو مقدس احساس جيڪو ڪنهن اڻ ڏٺي متاهين مقدس ذات جي وجود سان لاڳاپيل هجي. (انسائيڪلوپيڊيا برٽينڪا ج 19، ص 103، 1929ع، ڇاپو:13)

هر مذهب پنهنجن مڃيندڙن کي ان مذهب جي عقيدن مثال طور اعليٰ هستيءَ سان تعلق رکڻ ۽ رجوع ڪرڻ، رسمن، مثال طور عبادتن ۽ پرهيزگاري ۽ سٺن اخلاقن، سٺن ڪمن ڪرڻ لاءِ هدايت ڏئي ٿو. وڌيڪ هي ته مذهب جي بنيادي عقيدن، رسمن ۽ اخلاقن سان گڏوگڏ انفرادي ۽ ذاتي تجربا ۽ جاکوڙ پڻ انسان جي ڪردار جي جوڙجڪ جو اهم پهلو آهي. اسين سڀئي هن ڳالهه تي ضرور اتفاق ڪنداسين ته مذهب پنهنجن پوئلڳن کي هن ڳالهه جي خاص تلقين ڪري ٿو ته اهي ٻين انسانن سان سٺي اخلاق، خوش مزاجي ۽ سُٺي سلوڪ سان پيش اچن.

پيدائش سان گڏ ئي اسان جو ناتو مالڪِ حقيقيءَ سان قائم ٿي وڃي ٿو ۽ ان سان گڏ ئي انسانيت جي ناتي سان پڻ ڳنڍجي وڃون ٿا ۽ انسان ۽ ڪائنات جي هر شيءِ جي نگراني ۽ سنڀال جو ذمو پڻ کڻون ٿا. اهي اهم قدرَ (Values) اسان کي مالڪِ

حقيقيءَ وٽ هڪ بهترين انسان بڻجڻ ۽ ٻين انسانن سان حُسن سلوڪ سان پيش اچڻ لاءِ تيار ڪن ٿا.

پنهنجي عبادتن جي پابندي ۽ مذهب جي سيني حڪمن تي عمل ڪندي، اسان پنهنجي ذات ۾ سٺيون عادتون ۽ خوبيون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا. اسان جو مذهب اسان کان اها گُهرَ ڪري ٿو ته اسين هن دنيا ۾ مالڪِ حقيقيءَ جي سچاڻپ سان گڏوگڏ ان جي مخلوقات سان سٺا ناتا رکون. مطلب ته اشرف المخلوقات جي حيثيت سان اسان جي مٿان اها ذميداري پڻ لاڳو ڪئي وئي آهي ته اسان ٻين لاءِ مثال بڻجون. ڪمزورن جي مدد، وڏن جي عزت، ننڍن سان پيار، بيمارن جي خدمت، ٻارن تي رحم، غريبن ۽ مسڪينن جي پرگهور لهڻ ۽ همدردي وغيره اِهي اُهي خوبيون ۽ صفتون آهن، جن جي سماج ۾ هميشه ضرورت رهندي آهي.

هونئن ته سٺين عادتن جي هڪ ڊگهي فهرست آهي، پر ڇهين ڪلاس جي اخلاقيات جي نصاب جي روشنيءَ ۾ اسان سچائي، ايمانداري، ٻين جو احساس، ڀائيچارو، ايڪو، برداشت، صبر ۽ تَحَمُّل، رحمدلي، وڏن جو ادب ۽ احترام وغيره جهڙين صفتن ڪي مثالن جي روشنيءَ ۾ سمجهڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين، اهو ضروري آهي ته انهن سيني مثالن کي پڙهندي، توهان هي سوال ذهن ۾ رکو ته انهن خوبين کي اسين پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ ڪيئن اپنائي سگهنداسين ۽ پنهنجو ڪردار ڪيئن جوڙي سگهنداسين.

# ٢- انساني ترقيءَ ۾ مذهب جو ڪردار

اڄ ڇهين ڪلاس جي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي لائبريريءَ ۾ وڃي وقت گذارڻ جو موقعو مليو. جيئن ئي سڀئي شاگرد اتي گڏ ٿيا ته نوٽيس بورڊ تي لکيل هن جملي کين حيران ڪري ڇڏيو:

"غار ۾ رهندڙ انسان اڄ آسمان جي بلندين کي ڇُهي رهيو آهي".

ائين پئي محسوس ٿيو، ڄڻ ته هر شاگرد هن رنگين لکت ۾ گم ٿي ويو هجي. ڪجهه دير تائين شاگرد هڪ ٻئي سان سرگوشين ۽ تبصرن ۾ مصروف ٿي ويا. هرڪو پنهنجي راءِ ظاهر ڪرڻ ۾ مصروف هو. ڪنهن کي به ڪو هوش نه هو ته لائبريريءَ ۾ آواز تمام وڌي چڪو هو. اوچتو سر ديوڊ جو آواز ٻڌي سڀئي شاگرد ان ڏانهن متوجهه ٿيا.

ان کان اڳ جو هو سر ديوڊ کي پنهنجي حيرانيءَ جو سبب ٻُڌائين ۽ هن کان سوالَ پُڇن، سر ديوڊ پاڻ ئي نوٽيس بورڊ تي لکيل عبارت جي جواب ۾ چيو ته دنيا جي شروعات ۾ انساني آبادي تمام گهٽ هئي. جيئن جيئن انساني آباديءَ ۾ واڌ ٿيندي وئي، ماڻهو پاڻ ۾ گڏجي زندگي گذارڻ لڳا. جيئن جيئن آبادي وڌندي وئي، يقينًا ترقيءَ جا امڪان پڻ نظر آيا. گڏجي رهڻ جي ڪري اُهي نين شين کي اپنائڻ ۽ مشڪلن جو حل ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿيا. انهيءَ ڪري هن ترقيءَ انساني زندگيءَ جي هر پهلوءَ تي پنهنجا نقش ڇڏيا. توڙي ان جو تعلق ٻني ٻاري سان هجي يا اوزارن سان، موسيقي ۽ ادب جو ميدان هجي يا سماجي قانون سازي، سياسي واقفيت هجي يا

مذهب جي سمجهه.

انسان پنجن حواسن جي ذريعي پنهنجي ذاتي، انفرادي ۽ سماجي زندگيءَ ۾ مختلف شين سان لاڳاپن جو مشاهدو ڪندي، زندگيءَ جي هر پهلوءَ ۾ پاڻ کان اڳ گذري ويل جي نسبت ترقيءَ ڪي پنهنجو طريقو بڻايو. ان جا ڪيترائي سبب هئا، جن مان سڀ کان اهم حقيقت پاڻ کان اعليٰ هستيءَ جو اقرار هو. انسان اهو ڄاڻي ورتو ته هيءَ ڪائنات پنهنجي ٺاهيندڙ جي حڪم سان هلي رهي آهي ۽ هو هر شيءِ تي قابض آهي. جڏهن ته انسان عقل ۽ شعور جي مدد سان ڪائنات جي هر علم سان پاڻ کي روشن ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ان سان گڏ ئي مالڪِ حقيقيءَ جي اقرار ۽ مذهب تي عمل ڪرڻ جي ڪري انساني ذهن تي مختلف ڪيفيتون ظاهر ٿي پيون، جن ۾ خوشي، ڏک، زندگي، موت، نيڪي ۽ بَدي وغيره انساني سوچ تي گهِرا اثـروڌا، جنهن جي ڪري هن جي اندر محبت، بردباري، انڪساري، ايثار، صبر ۽ برداشت ۽ همدرديءَ جهڙين اعليٰ خوبين کي اپنائڻ جي ضرورت پيش آئي ۽ انسان مالڪِ حقيقيءَ جي تابعداريءَ لاءِ متو ٿيڪيو.

سيئي شاگرد ۽ شاگردياڻيون دلچسپيءَ سان انساني ترقيءَ جي ڳالهه پڙهي رهيا هئا. سر ديوڄ وڌيڪ چيو ته جڏهن انسان گڏجي رهڻ شروع ڪيو ته قاعدن قانونن جي ضرورت محسوس ٿي. پنهنجي عقل ۽ سوچ جي ڪري انسان بيشمار قاعدا قانون جوڙيا، جيڪي انهن لاءِ فائديمند ثابت ٿين ۽ سڀ گڏجي انهن جي پابندي ڪن، ته جيئن ماڻهن جي وچ ۾ پيار، محبت ۽ امن جي فضا قائم ٿئي. ان سان گڏ ئي مذهب تي عمل ڪرڻ ۽ مالڪِ حقيقيءَ جي فرمان جي روشنيءَ ۾ سٺن اخلاقن تي عمل جي ذريعي سماج ۾ سُٺائي ۽ نيڪ نيتيءَ جا فرمانبردار بڻجن. جنهن جي ڪري مذهب سڀني انسانن کي جوڙڻ جو سرچشمو بڻيو. دنيا جا سيئي مذهب ماڻهن کي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان نيڪي ۽ محبت سان پيش اچڻ جو سبق ڏين ٿا. پوءِ توڙي اسين پنهنجي مالڪِ حقيقيءَ کي رام، رحيم، يزدان، خداوند ۽ الله تعاليٰ چئون، پر اصل ۾ سيئي مذهب اخلاقيات جو سبق ڏين ٿا. هر مذهب پنهنجي پوئلڳ کان اها گُهرَ ڪري ٿو ته اهي سيئي هر دور ۾ انسانن جو احترام ڪن. پاڻ ۾ ويچن بدران برابري ۽ ڀائيچاري سان رهن ۽ پنهنجي زندگين ۾ توازن پيدا ڪن. پاڻ

۽ هڪ ٻئي جي جان ۽ مال، ۽ حقن جي حفاظت ڪن. سٺي سوچ رکڻ سان گڏوگڏ سٺا ڪم پڻ ڪن ۽ اهي سڀئي حڪمَ، جيڪي مذهب انسان کي سيکاريا آهن، انهن تي سختيءَ سان عمل ڪن. انهن جي ڪري ئي انسانيت جي اڏاوت ۽ اصل ۾ معاشري جي جوڙجڪ ممڪن آهي.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- مذهب، مالڪِ حقيقيءَ سان ڳنڍجڻ ۽ ان اعلىٰ هستيءَ ڏانهن رجوع ڪرڻ جو نالو آهي، جنهن سان اسين هڪ گهرو ناتو قائم ڪريون ٿا.
- مذهب اسان کي بهتر انسان بڻجڻ ۽ ٻين انسانن سان سهڻو سلوڪ ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو.
- مذهب اسان کي پنهنجي سڃاڻپ ۽ ذاتي تجربن جو موقعو ڏئي ٿو.
- سڀئي مذهب اخلاقيات جو سبق ڏين ٿا.

## شاگردن ۽ شاگرديائين لاءِ سرگرمي

### الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(١) ڪنهن بہ مذهب جا بنيادي عنصر ڪهڙا آهن؟

(٢) اشرف المخلوقات جي حيثيت سان اسان تي ڪهڙيون ذميداريون لاڳو ٿين ٿيون؟

(٣) پيدائش سان ئي انسان ڪهڙن ناتن سان لاڳاپجن ٿا؟

ب- **هيٺين سوالن جا تفصيلي جواب ڏيو:**

(ا) توهان جي خيال ۾ مذهب اسان جي ڪردار جي جوڙجڪ ۾ ڪيئن رهنمائي ڪري ٿو؟

(٢) مذهب جي تصور بابت پنهنجا ويچار بيان ڪريو.

(٣) انساني ترقيءَ ۾ مذهب جو ڪهڙو ڪردار آهي؟

ج- **مناسب لفظن سان خال ڀريو:**

(ا) مالڪِ حقيقي اسان جي ____________ ڪان مٿانهون آهي.

(٢) اسان کي مالڪِ حقيقيءَ ____________ جي درجي تي فائز ڪيو آهي.

(٣) اسان جو مذهب اسان کان گُهرَ ڪري ٿو ته اسان __________ انسان بڻجون.

د- **هن سبق مان پنهنجي پسند جا ڪي ٻه ٻه نُڪتا لکو، جن کان توهان متاثر ٿيا هجو.**

(ا) ________________________________________________

(٢) ________________________________________________

هـ- **پنهنجي ڪلاس جا چار گروپ ٺاهيو ۽ سيئي گروپ پنهنجي ساٿين سان ”مالڪِ حقيقيءَ کان گهرجندڙ دعائن“ بابت ڳالهه ٻولهه ڪريو.**

و- **چارئي گروپ گڏيل دعائن کي چونڊي، چارٽ تي لکن ۽ اهو چارٽ ڪلاس ۾ لڳائين.**

## استادن لاءِ هدايت

شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي پنهنجي والدين سان پنهنجي مذهبن جي رسمن بابت معلومات گڏ ڪن ۽ ايندڙ ڪلاس ۾ ان جو خلاصو ٻڌائين.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| تَعارف | واقفيت | بُردباري | برداشت ڪرڻ، سَهڻ |
| تَصوّر | خيال، فڪر | اِنڪساري | عاجزي، نهٺائي |
| جوڙجڪ | انتظام، بندوبست، بڻاوت | اِيثار | قرباني، پاڻ تي ٻئي کي ترجيح ڏيڻ |
| پُرگهور | سنڀال، پرورش | اِطاعت | فرمانبرداري |
| ايڪو | ٻَڌي، اِتحاد | سَرچشمو | بنياد |
| تَحَمُّل | برداشت، سَهپ | تَوازُن | وزن، تور، برابري |
| سرٻات | لڪل سنهو آواز | ويڇو | فرق، تفاوت |
| مُشاهدو | نظارو، ڏيک | ناتو | تعلق |
| بَدي | خرابي، بڇڙائي | عنصر | تَتُ، جزو |

# ٣- سُنّي اخلاق ۽ اعليٰ ڪردار جي جوڙجڪ

## (الف) اخلاقي آڪاڙيون (ذات جي اصلاح)

### ا- اتحاد جي برڪت

پيارا ٻارؤ! ڪنهن ڳوٺ ۾ هڪ پوڙهو رهندو هو. ڪيس پنج پٽ هئا، جيڪي سدائين پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا. پوڙهو پيءُ کين سمجهائي ٿڪجي پيو هو. نيٺ هڪ ڏينهن پنهنجي پٽن کي سبق ڏيڻ لاءِ ڪاٺين جي ڀري گهرائي ۽ پنجن ئي پُٽن کي سڏائي، هرهڪ کي واري واري سان ان ڀريءَ کي ڀڃڻ لاءِ چيو. هرهڪ پُٽ ڪاٺيءَ جي ڀريءَ کي ڀڃڻ لاءِ ڏاڍا زور لاتا، پر ان کي ڀڃي نہ سگهيو.

پوءِ پوڙهي پيءُ ان ڀريءَ کي کولي، هڪ هڪ ڪاٺي سندن هٿ ۾ ڏئي، انهن کي ڀڃڻ لاءِ چيو. پوءِ انهن مان هر ڪنهن ڪاٺيءَ کي جلدي ڀڃي ڇڏيو. پوڙهي پيءُ پنهنجن پٽن کي چيو تہ ”منهنجا پٽؤ! توهان ڏٺو تہ جيستائين ڪاٺين جي ڀري هئي، تيستائين توهان مان ان کي ڪوبہ

پڇي نہ سگھيو، پر جيئن ئي ڪاٺيون ڀريءَ مان الڳ ڪيون ويون تہ توهان جلدي انهن کي ڀڃي ڇڏيو.

اهڙيءَ طرح جڏهن توهان پاڻ ۾ مُتحد ٿي رهندو، ايستائين توهان کي ڪير بہ ڪجھ ڪري نٿو سگھي، پر جيڪڏهن توهان پاڻ ۾ وڙهندا رهندؤ تہ توهان جو دشمن توهان کي تباهہ ڪري ڇڏيندو“.

پيارا ٻارؤ! اسان کي بہ هميشہ گڏجي رهڻ گھرجي. هڪ ٻئي سان پيار ۽ محبت سان پيش اچڻ گھرجي. هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ گھرجي تہ جيئن اسان کي ڪو نقصان نہ پهچائي سگھي.

## ٢- حلال ڪمائي

ايران جو مشهور بادشاهہ نوشيروان، جيڪو پنهنجي عدل ۽ انصاف جي ڪري ’نوشيروان عادل‘ چئبو هو. هڪ ڀيري شڪار لاءِ پنهنجن شاهي سپاهين ۽ بورچين سان گڏ جهنگ ۾ ويو. ٻنپهرن جو وقت هو ۽ شڪار واري هنڌ تي ان وقت ڪباب پچي رهيا هئا تہ اتفاق سان لوڻ ختم ٿي ويو تہ شاهي بورچي هڪ سپاهيءَ کي چيو تہ ويجهو بستيءَ ۾ وڃي ڪنهن کان لوڻ وٺي اچ. بادشاهہ اها ڳالهہ ٻڌي ورتي. هن سپاهيءَ کي گهرايو ۽ کيس تاڪيد ڪيائين تہ قيمت ادا ڪرڻ کان سواءِ لوڻ ڪڏهن بہ نہ وٺجانءِ. سپاهيءَ عرض ڪيو تہ ”سائين! ٿوري لوڻ جي تہ ڳالهہ آهي، ڪنهن کان مفت ۾ ئي وٺڻ

۾ ڪهڙو فرق پوندو“؟

نوشيروان عادل چيو تہ ”ضرور فرق پوندو. ياد رک! برائي شروع ۾ معمولي ئي نظر ايندي آهي، پر جڏهن اها وڌي وڌي ٻڏجي ويندي آهي تہ ان کي ختم ڪرڻ سولو ناهي هوندو. جيڪڏهن هڪ پيرو حرام جو گراهہ اسان جي نڙيءَ مان لهي ويو تہ پوءِ هر نيڪي، سچائي ۽ نيڪ نيتي خطري ۾ پئجي سگهي ٿي“. حلال جي ڪمائيءَ جي ڪري ئي دنيا ۽ آخرت ۾ پاڪيزگي حاصل ٿئي ٿي.

## ٣- والدين جي خدمت

بايزيد بسطامي وڏو صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي. هو پنهنجي ماءُ جي خدمت کي وڏي عبادت سمجهندو هو. هڪ رات سندس ماءُ هن کان پاڻي گهريو. بايزيد پاڻي ڪڻڻ ويو. گهگهي ڏٺائين تہ خالي هئي. ٻئي ڪنهن ٿانو ۾ بہ پاڻي نہ هو. هو پاڻي ڀرڻ لاءِ درياهہ ڏانهن روانو ٿيو ۽ سخت سيءُ هجڻ جي باوجود اتان پاڻي ڀري آيو. جڏهن پاڻي کڻي واپس آيو تہ سندس ماءُ سمهي چڪي هئي. هو پاڻيءَ جو پيالو جهلي پنهنجي ماءُ جي کٽ جي پرسان بيهي رهيو.

ڪجهہ وقت کان پوءِ هن جي ماءُ جي اک کلي تہ هن بايزيد کي پاڻي جهليندي پنهنجي پرسان بيٺل ڏٺو. هن اُٿي پاڻي پيتو ۽ چوڻ لڳي ”پُٽَ! تو ايتري تڪليف ڇو ڪئي؟ بستري جي ويجهو پاڻي رکي ڇڏين ها، آءٌ اٿي پاڻ پي وٺان ها“. بايزيد جواب ڏنو تہ ”توهان مون کان پاڻي گهريو هو، مون کي ان ڳالهہ جو ڊپ هو تہ جڏهن اوهان جي اک کُلي، تہ متان آءٌ اوهان وٽ موجود نہ هجان“. هن جي ماءُ اهو جواب ٻڌي ڏاڍي خوش ٿي ۽ کيس تمام گهڻيون دعائون ڏنيون.

# ٤- ماکيءَ جي مَکِ مان سبق (نظم)

مَک ماکيءَ لئہ اُٿي سويرو،
ڦڙو ڦڙو کيو گهرُ پري ٿي،
تَتيءَ تَڏيءَ ڏي کين نهاري،
محنت کان سا کين ڏري ٿي،
ڪم تي صبح سوير اُٿي ٿي،
سج لٿي پوءِ گهر وري ٿي،
مِٺي ماکي نِيو گهرُ لائي،
ميٺڙي ماٺهن کاڻ ذري ٿي،
چوکر گهُرجي آن کي جائي،
وجي گُلن لئہ پري پري ٿي،

گُلن مٿان سا ڏئي ٿي ڦيرو.
سُستي ڪڏهن ڪين ڪري ٿي.
پورهئي ۾ ٿي ڏينهن گذاري.
سُستي ڪڏهن ڪين ڪري ٿي.
ڪين ڪمائيءَ کان تَڪجي ٿي.
سُستي ڪڏهن ڪين ڪري ٿي.
ائين نہ چئي ٿي ٿوري آهي.
سُستي ڪڏهن ڪين ڪري ٿي.
مَک جيان ڪريو خوب ڪمائي.
سُستي ڪڏهن ڪين ڪري ٿي.

(محمد صديق مسافر)

هن نظم ۾ محمد صديق مسافر سيني شاگردن کي اها نصيحت ڪري ٿو تہ اوهان صبح جو سوير اٿو ۽ خوب محنت ڪريو. جيئن ماکيءَ جي مک تتي تڏيءَ ڏانهن ناهي ڏسندي ۽ گُلن مان رَسُ جو ڦڙو ڦڙو چوسي، پنهنجو گهر پريندي آهي، اهڙيءَ طرح اوهان بہ تتي تڏي ڏسي، سُستي ڇڏيو ۽ پڙهائيءَ ۾ خوب محنت ڪريو تہ هڪ ڏينهن اوهان ضرور ڪامياب ٿيندا.

# ۵- هاريءَ جي سادگي

ڪنهن ڳوٺ ۾ هڪ غريب هاري رهندو هو، جنهن جي زال مکڻ ٺاهيندي هئي، جنهن سان سندن گهر جو گذر سفر ٿيندو هو. هڪ ڀيري هن مکڻ ٺاهي پنهنجي مُڙس کي ڏنو، ته جيئن هو شهر ۾ وڪڻي اچي ۽ ان جي بدران گهر جو سيڌو وني اچي. هاري شهر وڃي دڪاندار کي هميشه جيان مکڻ ڏنو ۽ ان کان چانهن جي پتي، کنڊ، تيل ۽ صابڻ وغيره وني واپس پنهنجي ڳوٺ موٽيو.

هاريءَ جي وڃڻ کان پوءِ دڪاندار مکڻ کي فريزر ۾ رکي ڇڏيو. هن کي دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته ڇو نه مکڻ جي هڪ پيڙي کي توري ڏسجي. جڏهن هن مکڻ جي پيڙي کي توريو ته پيڙو 900 گرام جو هو. ڪاوڙ ۽ ڏک وچان دڪاندار هڪ هڪ ڪري سمورا پيڙا توريا، پر هاريءَ جي سيني پيڙن جو وزن 900-900 گرام ئي هو.

ٻئي ڀيري جڏهن هاري مکڻ کڻي دڪاندار وٽ پهتو ته دڪاندار هاريءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائيندي چيو ته تون ته بي ايمان ۽ دوکي باز شخص آهين، توسان واپار ڪرڻ ته مون کي نه جڳائي. 900 گرام مکڻ کي پورو هڪ ڪلو چئي مکڻ وڪڻڻ واري جي ته آءُ شڪل به ڏسڻ نٿو گهران.

غريب هاريءَ ڏکائتي لهجي ۾ چيو ته ”منهنجا ڀاءُ مون کان بدظن نه ٿيءُ. اسين ته غريب ۽ سادا ماڻهو آهيون. اسان وٽ ته تورڻ لاءِ وٽ به ناهن. آءُ توکان جيڪا هڪ ڪلو کنڊ وني ويندو آهيان، ان کي تارازايءَ جي هڪ پُڙ ۾ رکي، ٻئي پُڙ ۾ ايتري ئي ماپ جو مکڻ توري، تو وٽ کڻي ايندو آهيان“.

اهو ٻڌندي ئي دڪاندار لڄي ٿي پيو ۽ پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪيو. هن پنهنجي جرم جو اعتراف ڪيو ته ان بي ايمانيءَ ۽ ماپ جي ڪوٽ جو اصل ذوهاري آءُ آهيان، تون ناهين. ڇاڪاڻ ته تنهنجي ماپ منهنجي کنڊ جو وزن آهي، جنهن ۾ 100 گرام

جي ڪوٽ آهي. انهيءَ ڪري هاڻي مون کي احساس ٿيو آهي تہ هر بري عمل جو نتيجو سدائين برو ئي نڪرندو آهي. ڪنهن سچ ئي چيو آهي تہ ”جيڪا شيءِ پوکبي، اهائي لڻبي“.

## ٦- ايثار ۽ همدردي

ڪاشف ڊاڪٽر جي فيس ادا ڪري، نمبر ورتو ۽ سامهون ٽيبل تي ويهي ڊاڪٽر جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. هيءَ اسپتال شهر جي مشهور اسپتال هئي. هن اسپتال ۾ گهڻا مريض ايندا هئا ۽ پنهنجو علاج ڪرائيندا هئا.

هڪ ڏينهن هڪ پوڙهي عورت پنهنجي نوجوان ڇوڪري کي علاج جي نيت سان هن وڏي اسپتال ۾ وٺي آئي. هن مختلف ڊاڪٽرن بابت پڇيو ۽ اسپتال جي فيس پڻ معلوم ڪئي. جيئن ئي نرس کيس معلومات ڏني تہ پوڙهي عورت جي اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا.

ڪجهہ دير ڪان پوءِ هوءَ پنهنجي پُٽ کي هٿ مان جهلي ٻاهر وڃڻ لڳي. ڇاڪاڻ تہ وٽس ايترا پئسا نہ هئا، جو پنهنجي بيمار پُٽ جي دوا ڪرائي سگهي.

”امان ....! ٻڌو.!“ ڪاشف پوڙهي عورت کي سڏ ڪندي چيو. هوءَ جڏهن واپس موٽي تہ ڪاشف کيس چيو: ”هيءُ ڪارڊ وٺو ۽ ڊاڪٽر سان ملاقات ڪرڻ جو نمبر بہ وٺو. اوهان تسليءَ سان پنهنجي پُٽ جو چيڪ اپ ڪرائي سگهو ٿا. پوڙهي عورت پڇيو تہ تو هيءَ فيس ڇو ادا ڪئي؟

ڪاشف جواب ڏنو: ”امان! آءٌ چاهيان ٿو تہ ڪنهن غريب جي مدد ڪريان. جيڪڏهن توهان جي اجازت هجي تہ آءٌ توهان جي پُٽ جي علاج لاءِ مالي مدد پڻ ڪريان“.

پوڙهي ماءُ روئيندي ڪاشف جي مٿي تي شفقت جو هٿ ڦيريندي کيس دعائون ڏنيون.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- هر مذهب پنهنجي پوئلڳ کي نيڪ ڪمن جي تلقين ڪري ٿو ۽ ان ڳالهہ جي هدايت ڪري ٿو تہ هو پنهنجي هر عمل جو جائزو وٺندو رهي، ڇاڪاڻ تہ عملن مطابق ئي اسان جو حساب ڪتاب ٿيندو.
- سٺا ڪم ڇو ضروري آهن؟ ۽ انهن ڪمن کي ڪيئن اپنايو وڃي ان جي هدايت اسان کي پنهنجي گهر ۾ والدين کان ۽ آس پاس جي ماڻهن کان ملندي رهندي آهي. ان سان گڏوگڏ پنهنجي پنهنجي مذهب تي عمل ڪندي انهن سڀني حڪمن تائين رسائي ٿيندي آهي، جن ۾ مالڪ حقيقي اسان سڀني کي سُٺا ڪم ڪرڻ جي تلقين ڪندو آهي.
- ماڻهن جا واقعا، انهن جا مثال ۽ زماني ۾ رائج مثال اسان کي پنهنجن ڪمن جو جائزو وٺڻ ۾ مدد ڏين ٿا.
- اخلاقي آکاڻيون، جن جو مقصد ذات جي اصلاح آهي، اسان کي بهتر انسان بڻائڻ لاءِ مدد ڪن ٿيون.
- هر مثال يا آکاڻي پڙهڻ کان پوءِ پنهنجو ذاتي جائزو وٺڻ ئي اسان جو اصل مقصد آهي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

**الف-** **هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:**

(ا) توهان جي خيال ۾ حلال ڪمائي ڇو ضروري آهي؟

(٢) نااتفاقيءَ جا ڪهڙا نقصان آهن؟

(٣) دڪاندار هاريءَ مٿان دوکي جو الزام ڇاڪاڻ لڳايو؟

(۴) گهر ۾ جهڳڙي يا ويڙهه جا ڪهڙا نقصان ٿيندا آهن؟

(۵) ڪنهن به رشتي کي سمجهڻ لاءِ ڪنهن اهم پهلوءَ جي ڄاڻ رکڻ لازمي آهي؟

(۶) محنت ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟

(۷) ماڪيءَ جي مک مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟

(۸) ڪاشف پوڙهي عورت جي مدد ڇو ڪئي؟

ب- ”محنت ڪان سا ڪين ڏري ٿي، سُستي ڪڏهن ڪين ڪري ٿي“

هنن ٻن مِصرعن جي روشنيءَ ۾ محنت جا فائدا بيان ڪريو.

ج- صحيح جواب تي ☑ جو نشان لڳايو:

ا- ايران جو بادشاهه نوشيروان مشهور هو:

(الف) قتل و غارت ۾ (ب) ادب ۽ احترام ۾

(ج) عدل ۽ انصاف ۾ (د) لالچ ۽ حرص ۾

۲- حلال ڪمائيءَ سان دنيا ۽ آخرت ۾ حاصل ٿيندي آهي:

(الف) بزرگي (ب) شائستگي (ج) پاڪيزگي (د) آلودگي

۳- پوڙهي پيءُ پنهنجن پٽن کي پيچڻ لاءِ ڇيو:

(الف) دروازو (ب) لوهه (ج) ڪاٺي (د) تالو

د- ”اخلاقي آکاڻيون: ذات جي اصلاح“ جي موضوع مان پنهنجي پسند جا ڪي ٻه ٻه نُڪتا لکو، جن کان توهان متاثر ٿيا هجو.

(ا) ________________________________________

(٢) ________________________________________

هہ- پنهنجي پسند جون ڪي ٻہ ٻہ آکاڻيون ڳولهي ڪاپيءَ ۾ لکو ۽ اهو ٻڌايو تہ انهن آکاڻين مان ذات جي اصلاح بابت اوهان ڇا سکيو؟

و- پنهنجي آکاڻين مان حاصل ڪيل سبق پنهنجن ساٿين کي ٻڌايو.

## استادن لاءِ هدايت

شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي گهر ۾ موجود اخبارن ۽ رسالن مان اخلاقي آکاڻيون گڏ ڪري هڪ ڪتابڙي جي شڪل ڏين.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| آکاڻي (ج) آکاڻيون | ڳالهه، ڪهاڻي، قصو | جائي | سچ پچ، يقينًا |
| اِتحاد | ايڪو، اتفاق | جيان | وانگر، جيئن |
| ٻَري | ماڻهوءَ لاءِ مٿي تي کڻي | ڍنڍ | بيٺل پاڻيءَ جو وڏو تلاءُ |
| | سگهڻ جيترو بار | آڇ | صلاح، پيشڪش |
| مُتحد | ٻَڌي ڪيل، اتحاد ڪيل | ڇيڙو | پوڇڙ، پُڇڙي |
| تاڪيد | حڪم، فرمان | ٺٺول | مسخري، مذاق |
| ڊپ | ڀؤ، خوف، ڊچ | ٻوٽو | ننڍڙو وڻ، سائو سَلو |
| ڦيرو | گردِش، دورو | ويران | برباد، سُڃو |
| تتي | گرم، ڪوسي | ڌار | تکائي، تيزي |
| پورهيو | پيشو، ڪم | تلقين | سکيا، هدايت، نصيحت |
| ڏرڻ | خوف ڪرڻ، ڊڄڻ | نا اتفاقي | نہ ٺهڻ واري حالت |
| نِيڻ | کڻي وڃڻ، وٺي وڃڻ | مِصرع | شعر جو اڌ حصو |
| ڌرڻ | رکڻ، سانڍڻ | شائستگي | اخلاق، تهذيب |
| آن | اوهان، توهان | آلودگي | گدلاڻ، |

# (ب) اخلاقي آکاڻيون (سماج جي اصلاح)

## ا- گڏهه گاڏي واري جي دڪاندار کان شڪايت

هڪ گڏهه گاڏي وارو شخص دڪاندار سان انهيءَ ڪري بحث ڪري رهيو هو ته دڪاندار پنهنجي دڪان جون شيون ماڻهن جو توجهه ڇڪرائڻ لاءِ جائز حد کان ٻاهر ڪيئندي غيرقانوني طور تي اڳتي وڌائي ڇڏيون هيون، جنهن ڪري سامان سان پريل گڏهه گاڏي واري کي اتان لنگهڻ ۾ ڏکيائي ٿي رهي هئي.

ٻيو مسئلو اِهو هو ته دڪاندار پنهنجي دڪان جو گند ڪچرو عام ماڻهن جي هلڻ جي واٽ تي اڇلايو هو، جنهن ڪري گڏهه گاڏو اڳتي وڌي نه پيو سگهي. دڪاندار انهن مسئلن کان لاپرواهه پنهنجن خيالن ۾ مصروف هو. هن کي گڏهه گاڏي واري جي تڪليف جي ڪابه پرواهه ۽ ڪو به احساس نه هو.

”نيٺ هن مسئلي جو فيصلو ڪير ڪندو؟“ گڏهه گاڏي جي مالڪ زور سان چيو. ڪنهن مُحتسب کي گهرايو، جنهن جي ذميداري بازار ۾ شين جي قيمتن ۾ وچٿرائپ ڪرائڻ، بازار ۾ موجود دڪاندارن جون شڪايتون ٻُڌڻ، سبزي، گوشت ۽ ڪپڙي وارن، درزي، حجام، موچي، پاٽي وڪڻندڙن، مطلب ته هر ماڻهن جي معاملن جي سار سنڀال لهڻ آهي.

جڏهن مُحتسب کي ان مسئلي جي خبر پئي ته هو جلدي اُتي پهتو ۽ هن ٻنهي ڌرين جي

ڳالهہ غور سان ٻڌي ۽ پوءِ شڪايت کي حل ڪندي، دڪاندار کي حڪم ڏنائين تہ هو جلدي پنهنجي دڪان جو سامان مقرر ڪيل حد کان هٽائي ۽ اڳتي ان ڳالهہ جو خيال رکي تہ عوام لاءِ ڇڏيل رستي تي ناجائز قبضي جي صورت ۾ پوليس جي مدد سان عدالت تائين پهچڻ ممڪن ٿي سگهي ٿو. محتسب دڪاندار کي سزا ڏيڻ لاءِ ڏنڊ پڻ هنيو. جيڪو دڪاندار کي ڀرڻو پيو.

## ٢- هڪ ڌنار جي ڏاهپ ۽ هوشياري

هڪ ڀيري سنڌ جو حاڪم ڄام نظام الدين ڪنهن جهنگ ۾ شڪار لاءِ ويو. سڄو ڏينهن خوب شڪار ڪيائين. واپسيءَ تي ڄام نظام الدين وٽ پاڻي ختم ٿي ويو. ڪيس اُڃ بہ ڏاڍي لڳي رهي هئي. هن جهنگ ۾ هڪ جهوپڙي ڏٺي، اتي ويو ۽ آواز ڏنائين. آواز ٻڌي هڪ غريب شخص ٻاهر نڪري آيو. ڄام نظام الدين هن کان پاڻي گهريو. اهو غريب شخص هڪ وڏي پيالي ۾ مَٽَ جو ٿڌو پاڻي ڀري آيو، پر ان ۾ ڪجهہ ڪَکَ بہ وڌائين.

ڄام نظام الدين، جيڪو سخت اڃايل هو، انهن ڪکن کي ڦوڪي ڦوڪي پاڻي پيتو. جڏهن هن پاڻي پي ڇڏيو تہ ڌنار کان پاڻيءَ ۾ ڪکَ وجهڻ جو سبب پڇيو. ڌنار نهايت ادب سان عرض ڪيو تہ سائين! مون ڏٺو تہ اوهان سخت اڃايل آهيو. جيڪڏهن هن پاڻي ۾ ڪکَ نہ وجهان ها تہ اوهان سمورو پاڻي جلديءَ سان پي وڃو ها، جنهن سان توهان کي تڪليف ٿئي ها. انهيءَ ڪري مون سوچيو تہ ڇو نہ هن پاڻيءَ ۾ ڪجهہ ڪکَ وجهان تہ جيئن اوهان پاڻيءَ کي آهستي ۽ اطمينان سان پيئو. اهڙيءَ طرح اوهان جي اُڃ بہ لهي ويندي ۽ اوهان تڪليف کان بہ بچي پوندؤ.

جام نظام الدين هن غريب ڏنار جي ڏاهپ ۽ هوشياريءَ کان حيران ۽ خوش ٿيو ۽ ان کي پنهنجي فوج جو سپہ سالار بڻايائين. اڳتي هلي هو پنهنجي وطن جي حفاظت لاءِ دشمن سان جنگ ڪندي شهيد ٿيو.

اهو غريب شخص ڏنار هو، پر پنهنجي ڏاهپ ۽ هوشياريءَ جي ڪري اڄ جي تاريخ ۾ ”دولهہ دريا خان“ جي نالي سان مشهور آهي.

## ٣- ٻين جو خيال رکڻ: هڪ خوبصورت احساس

هڪ پيريءَ جي ڳالهہ آهي تہ ڪنهن ڳوٺ ۾ عادل نالي هڪ ڇوڪرو رهندو هو. هڪ ڀيري هو رستي تان گذري رهيو هو تہ هڪ هاريءَ کي ڏٺائين، جيڪو پوڙهائپ جي باوجود اخروٽ جو هڪ ٻوٽو پوکي رهيو هو. عادل اُن بزرگ کان پڇيو ”بزرگ! هن پوڙهائپ ۾ توهان هي ڇا پيا پوکيو؟ ڇا توهان هن ٻوٽي جو ميوو کائي سگهندؤ؟“ هن بزرگ پنهنجو مٿو مٿي کنيو ۽ اطميان سان جواب ڏنائين: ”جن وڻن مان اڄ آءٌ ميوو کائي رهيو آهيان، اهي مون ناهن پوکيا، پر منهنجن ابن ڏاڏن لڳايا هئا. اڄ آءٌ وڻ پوکي رهيو آهيان، تہ جيئن منهنجا ٻار، پوٽا ۽ پوٽيون ان جو ميوو کائين“.

عادل بزرگ هاريءَ جي ڳالهہ ٻڌي حيران ٿيو ۽ خاموشيءَ سان روانو ٿي ويو.

# ۴- شاهوڪار واپاريءَ جو جوتو

هڪ ڏينهن مهاتما گانڌي جي هڪ ريل ۾ سوار ٿيو. ان سان گڏ ماڻهن جي وڏي رش هئي، جيئن ئي شاهوڪار واپاريءَ ريل ۾ پنهنجو پهريون پير رکيو ته ماڻهن جي رش جي ڪري ان جي کاٻي پير جو جوتو هيٺ ڪري پيو.

ريل تيزيءَ سان اڳتي هلڻ لڳي. ريل جي تيز هلڻ سبب واپاريءَ پنهنجي کاٻي پير جو جوتو ڪڍي نه سگهيو. ٿوري دير ۾ ريل ۾ سوار ساٿي ڏاڍو حيران ٿيا، جڏهن هنن ڏٺو ته شاهوڪار واپاريءَ خوشي ۽ اطميننان سان پنهنجي ساڄي پير جو جوتو لاهي ريل مان ٻاهر اڇلايو.

ماڻهن واپاريءَ کان جوتو ٻاهر اڇلائڻ جو سبب پڇيو ته هن ڪلندي جواب ڏنو ته مون جهڙي ڪنهن ٻئي غريب کي هڪ پير جو جوتو ملي ته نه اهو ۽ نه آءٌ ان کي استعمال ڪري سگهنداسين، ان کان بهتر ته هي آهي، ته اهي ٻئي جوتا ڪنهن غريب کي ملي وڃن ته جيئن گهٽ ۾ گهٽ هن جي ضرورت ته پوري ٿي سگهي.

شاهوڪار واپاريءَ جي اها سوچ ٻڌي، ماڻهو ڏاڍا خوش ٿيا، جڏهن ته واپاريءَ مسلسل کلي رهيو هو.

## ٥- خوش اخلاقي: هڪ اعليٰ وصف

هڪ با اخلاق دڪاندار ماڪيءَ جو واپار ڪندو هو. سندس خوش مزاجي ۽ سٺن اخلاقن جي ڪري هن جي دڪانن تي گراهڪن جي رش لڳل هوندي هئي ۽ هن جي ماڪي تمام گهڻي وڪامندي هئي.

هڪ ٻيو شخص، جيڪو بدزبان ۽ بدمزاج هو، ان جڏهن ڏٺو ته هن جو واپار ڏينهون ڏينهن وڌندو پيو وڃي، ته سندس دل ۾ ساڙ پيدا ٿيو ۽ سوچڻ لڳو ته هيءُ شخص اڪيلو فائدو چو پيو حاصل ڪري. هن دل ۾ خيال ڪيو ته ”آءٌ به ماڪي وڪڻندس ۽ ان جي گراهڪن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندس“. اهو سوچي، هن پهرين شخص جي دڪان جي پرسان ماڪيءَ جو دڪان کوليو، پر ڪيترن ئي ڏينهن تائين سندس دڪان تي ڪوبه گراهڪ نه آيو.

نيٺ تنگ اچي، هن هڪ ڏينهن پنهنجي زال کي چيو ته ”خبر ناهي ته منهنجي ماڪيءَ ۾ ڪهڙي خرابي آهي، جو ڪو هڪ گراهڪ به منهنجي دڪان تي نٿو اچي، جڏهن ته هن جي دڪان تي ماڻهن جي رش لڳي پئي آهي“.

هن جي ڏاهي زال، جيڪا پنهنجي مڙس جي مزاج کان واقف هئي، اها ڳالهه ٻڌي چوڻ لڳي ته ”ڪَوڙي زبان واري شخص جي ماکي به ڪوڙي هوندي آهي“.

# ٦- ايڇ جي ويلس جي مهرباني

ايڇ جي ويلز انگريزي ادب ۾ هڪ ناليواري مصنّف سان سڃاتو ويندو آهي. هن لنڊن جي شهر ۾ هڪ عاليشان گهر ٺهرايو هو، پر ان گهر ۾ رهڻ بدران، هو هڪ معمولي گهر ۾ رهندو هو. هن پنهنجو گهر پنهنجن نوڪرن کي ڏئي ڇڏيو هيائين.

جڏهن ان ڳالهه جي خبر ايڇ جي ويلس جي مٽن مائٽن ۽ دوستن کي پئي ته اهي ڏاڍو حيران ٿيا. هنن ايڇ جي ويلس کان ان ڳالهه جي وضاحت پڇي ته آخر هن ائين ڇو ڪيو؟ ڇاڪاڻ ته عام طور تي خوبصورت ۽ عاليشان گهرن جا مالڪ پنهنجن بنگلن ۾ پاڻ ئي رهندا آهن، پنهنجن نوڪرن کي ناهن رهائيندا.

ايڇ جي ويلس جواب ڏنو ته آءٌ ننڍپڻ ۾ پنهنجي ماءُ سان گڏ ننڍي گهر ۾ رهندو هئس. مون کي خبر آهي ته اتان جي زندگي ڪيئن هوندي آهي؟ ماڻهو ڪهڙين حالتن ۾ رهندا آهن؟ هاڻي جڏهن آءٌ اڪيلو رهجي چڪو آهيان ۽ گهر ۾ ڪير به ناهي ته اهڙي عاليشان بنگلي ۾ مان رهي ڇا ڪريان؟ بهتر آهي ته ان وڏي بنگلي ۾ منهنجا نوڪر پنهنجن ٻارن ٻچن سان گڏ خوشي ۽ آرام سان رهن، ته جيئن انهن جي ٻارن کي ڪا ڏکيائي ڏسڻي نه پوي. منهنجي لاءِ ته هيءُ معمولي گهڙئي ڪافي آهي، جتي آءٌ سڪون سان پنهنجو ڪم ڪري سگهان.

ايڇ جي ويلس جي دوستن جڏهن اها ڳالهه ٻڌي ته سندس ڏاڍي واکاڻ ڪئي ته هو هڪ اهڙو شخص آهي، جيڪو پاڻ تڪليف ۾ رهي، ٻين کي خوشي ڏيڻ جو فن ڄاڻي ٿو.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- مالڪِ حقيقي ماڻهن کي پاڻ سان گڏوگڏ سماج ۾ ٻين ماڻهن سان سٺي سلوڪ، پيار ۽ محبت سان پيش اچڻ جو تاڪيد ڪري ٿو.
- سماج ان وقت بهتر ٿيندو، جڏهن اسان هڪ ٻئي جي احساسن ۽ جذبن جو قدر ڪنداسين.
- هرمذهب پنهنجي پوئلڳ کان پنهنجي لاءِ نيڪي ۽ ٻين جي لاءِ به نيڪيءَ جي تلقين ڪري ٿو.
- انسان سماجي جانور آهي، هو اڪيلو نه رهي سگهندو. مقصد ته هر انسان کي گهرجي ته هو ٻين سان پيار ۽ محبت، رواداري ۽ همدرديءَ سان پيش اچي.
- دنيا ۾ انسان گهڻين حالتن مان گذري ٿو، جن ۾ ننڍپڻ، جواني، پوڙهائپ وغيره شامل آهن. اهو ممڪن ناهي ته انسان هن دنيا ۾ ڪنهن سهاري کان سواءِ اڪيلي زندگي گذاري ۽ هو پنهنجين حالتن ۽ ماحول مان خوش هجي. انهيءَ ڪري هر شخص کي سماج ۾ پنهنجي ڪردار بابت غور ويچار ڪرڻ گهرجي.
- هڪ ٻئي کي برداشت ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي سان گڏجي رهڻ سان ئي اسان بهتر سماج جوڙي سگهون ٿا.
- پاڻ کي تڪليف ڏئي، ٻين کي خوشي ۽ آرام ڏيڻ سان اسان کي خوشي ٿيندي آهي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(۱) ڪنهن بہ دڪاندار لاءِ خوش مزاجي ڇو ضروري آهي؟

(۲) شاهوڪار واپاريءَ پنهنجي ہئي پيرجو جوتو ٻاهر ڇو اڇلايو؟

(۳) توهان جي خيال ۾ دڪاندارن ڪي پنهنجي دڪان کان ٻاهر شيون ڪڍڻ لاءِ جڳهہ ولا رڻ صحيح آهي يا نہ؟ وضاحت ڪريو.

(۴) ڇا توهان ايچ جي ويلس جي فيصلي سان متفق آهيو؟ وضاحت ڪريو.

### ب- هيٺين سوالن جا تفصيلي جواب ڏيو:

(۱) ڇا توهان محتسب جي فيصلي مان مطمئن آهيو؟ دليلَ ڏئي سمجهايو.

(۲) توهان جي خيال ۾ ڪنهن بہ دڪاندار لاءِ خوش مزاج هجڻ ڇو ضروري آهي؟ دليلن سان جــواب ڏيو.

### ج- هيٺ ڏنل جملن ڪي پڙهي صحيح ☑ يا غلط ☒ جو نشان لڳايو:

(۱) دڪاندار گڏهہ گاڏي واري جي شڪايت ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي.

(۲) ڪَوڙي زبان واري شخص جي ماڪي بہ ڪَوڙي هوندي آهي.

(۳) شاهوڪار واپاريءَ پنهنجو جوتو سمنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو.

د- ”سماج جي اصلاح“ جي عنوان تحت ڪهاڻين مان ڪابہ ڪهاڻي پنهنجي پنهنجي گروپ ۾ ڊرامي جي صورت ۾ شاگردن ۽ شاگردياڻين جي سامهون پيش ڪريو.

ھ- ڪو اهڙو واقعو ياد ڪري لکو، جنهن ۾ توهان سماج ۾ ڪنهن ضرورتمند جي مدد ڪئي هجي.

و- ”اخلاقي آکاڻيون: سماج جي اصلاح“ جي موضوع مان پنهنجي پسند جا ڪي بہ ٻہ نُڪتا لکو جن کان توهان متاثر ٿيا هجو.

(۱) ________________________________________

(۲) ________________________________________

## استادن لاءِ هدايت

شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي اسڪول ۾ موجود ٻوٽن کي پاڻي ڏين ۽ پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ ٻوٽا پوکڻ لاءِ والدين سان گڏ وڃي ٻج وٺن ۽ انهن ٻجن کي پوکڻ جو بندوبست ڪن.

## نوان لفظَ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| واکاڻ | ساراهہ، صفت، تعريف | اطمينان | تسلي، دلجمعي |
| وِلارڻ | مالڪي ڪرڻ | واپار | سوداگري، تجارت |
| واٽَ | رستو، سڙڪ، پيچرو | خوش مزاجي | خوش طبعي |
| مُحتسب | حساب وٺندڙ، قاضي | وڪامڻ | وڪڻجڻ، وڪرو ٿيڻ |
| ڏُر | جماعت، گروهہ، جٿو | بدزبان | گار گند ڪندڙ |
| ڏاهپ | عقلمندي، سياڻپ | بدمزاج | بد فضيلت |
| مَٽُ | دلو، گهڙو | مُصنّف | ڪتاب ٺاهيندڙ |
| | | عاليشان | وڏي شان وارو |

## (ج) علم پرائڻ بابت اقوال

### ا- انساني زندگيءَ ۾ مذهبي اهم ڪتابن جي ضرورت ۽ اهميت

دنيا جي مُقدّ م مذهبن مان سامي ٻولين (Semitic) سان لاڳاپيل مذهبَ اسلام، مسيحيت، يهوديت ۽ ٻين مرڪزي/ مُقدّم مذهبن هندو مذهب يعني سناتن ڌرم، ٻُڌ مذهب ۽ سک مذهب وغيره سيئي هن ڳالهہ تي متفق آهن تہ ڪا اعليٰ هستي اهڙي آهي، جيڪا با اختيار آهي. جنهن هن پوري ڪائنات کي پيدا ڪيو آهي ۽ جنهن جي آڏو اسان سيئي متو ٽيڪيون ٿا. انهن سڀني مذهبن پنهنجن پوئلڳن کي زندگي گذارڻ لاءِ صحيفن جي صورت ۾ هدايت ۽ رهنمائيءَ جو خزانو ڏنو آهي. انهن صحيفن ۾ توريت، زبور، انجيل ۽ قرآن مجيد شامل آهن. ان سان گڏو گڏ ٻين مُقدّم مذهبن ۾ ويد، اُپ نشد (ويدانت) پُران، اِتهاس (رامائڻ، مها ڀارت) ۽ شريمد ڀڳود گيتا هندو مذهب ۾ اهم ڪتاب آهن، جيڪي رهنمائيءَ جو سرچشمو آهن. اهڙيءَ طرح ”گرو گرنٿ صاحب جي“ سِکن جو مقدس ڪتاب آهي ۽ سُتراج ٻُڌ مذهب جي مڃيندڙن لاءِ احترام جوڳو ڪتاب آهي. توڙي جو انهن سڀني اهم ڪتابن کي گڏ ڪرڻ ۽ تدوين ڪرڻ جو ڪم سندن مذهبن جي باني رهنمائن جي زماني کان شروع ٿيو، پر ان کان

پوءِ ان جي پوئلڳن ان ڪم کي اڳتي وڌايو، جيڪي انهن مذهبن جي ماڻهن لاءِ روشن واٽ آهن.

مطلب تہ سڀني پوئلڳن پنهنجي مذهبي، سماجي، عقلي، اخلاقي ۽ ثقافتي زندگين جي هر هڪ پهلوءَ کي هٿي ڏني. ان کان سواءِ انهن اهم ڪتابن پنهنجي پوئلڳن کي زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ مسئلن ۽ چيلينجن سان منهن ڏيڻ، سچائيءَ جي واٽ تلاش ڪرڻ ۽ ان تي هلڻ ۾ انهن جي رهنمائي ڪئي آهي، انهيءَ ڪري انهن اهم ڪتابن کي سڀئي پوئلڳ اولين ترجيح ڏين ٿا.

## ٢- مذهبن جي روشنيءَ ۾ علم پرائڻ بابت اقوال

هر مذهب پنهنجي پوئلڳ کان اها گُهُرَ ڪري ٿو تہ هو ان جي ٻڌايل اصولن تي هلن ۽ پنهنجي زندگيءَ کي هڪ مثالي زندگي بڻائين، ڇاڪاڻ تہ اهائي شيءِ آهي، جيڪا انسانن کي جانورن کان جدا ڪري ٿي ۽ ان کي اشرف ۽ اعليٰ بڻائي ٿي. هر مذهب پنهنجي مڃيندڙ کي سچ ڳالهائڻ، نيڪ واٽ تي هلڻ، صبر ۽ تحمل، رواداري ۽ برداشت جي تلقين ڪري ٿو. ان سان گڏوگڏ هو انساني ذهن کي دعوت ڏئي ٿو تہ هو پنهنجي هر عمل يعني قول ۽ فعل تي ڪڙي نظر رکن تہ سندن عملَ پنهنجي ذات ۽ ٻين جي لاءِ رحمت جو سبب بڻجن ٿا يا زحمت جو. ڇوڻ تہ مذهبي ڪتاب اخلاقي اصولن ۽ علم حاصل ڪرڻ جي خاص هدايت ڪن ٿا. انهن ڪتابن ۾ مذهبي عقيدا، رسمون ۽ اخلاق جي تربيت سان گڏوگڏ علم حاصل ڪرڻ بابت خاص تلقين ڪئي وئي آهي.

چيو ويندو آهي تہ هر شخص کي ٻہ اکيون هونديون آهن، پر عالمَ ۽ مُفَڪِّر کي ٽي اکيون

هونديون آهن. ٽين اک کي ”علم جي اک“ به چئبو آهي، جيڪا انسانن کي نيڪي ۽ بديءَ جي فرق کي سمجهڻ، جهالت ۽ اونداهيءَ مان ٻاهر ڪڍي روشني پکيڙڻ تي آماده ڪري ٿي. ضرورت هن ڳالهه جي آهي ته علم حاصل ڪرڻ لاءِ مذهبي ڪتابن سان گڏوگڏ سٺن ڪتابن جي مطالعي کي اپنايو وڃي، ته جيئن اسان سڀئي علم وارا سمجهدار ۽ نيڪ انسان بڻجون ۽ پنهنجي زندگين ۾ سٺائي ۽ سچائيءَ کي اپنائيندي، دين ۽ دنيا جي وچ ۾ هڪ بهتر توازن پيدا ڪري سگهون.

هيٺ مذهبي ڪتابن ۾ موجود علم بابت اقوال پيش ڪيا پيا وڃن، جن مان اها حقيقت واضح ٿيندي ته هر مذهب پنهنجي پوئلڳ سان ان ڳالهه جي گهُرَ ڪري ٿو ته هو نه صرف مذهبي سکيا تي عمل ڪن، پر علم ۽ عقل رکندي، سمجهه سان عقيدن تي ايمان، رسمن تي عمل ۽ اخلاقيات جي جوهر کي پنهنجي زندگيءَ جو حصو بڻائين.

## ٣- علم جي ڳولا ۽ دنيا جا مذهبَ

- سٺي ۽ جامع تعليم، فنون لطيفه جي بهترين سمجهه، نظم ۽ ضبط جي انتهائي اعليٰ تربيت، سٺي گفتگو، اهي سڀ اعليٰ ترين انعامَ آهن.
(ٻُڌازم، سُتانِپاتا-261)
- ڪنفيوشس چيو آهي ته: مقدس ڪتابن جي باري ۾ پنهنجي علم کي وسعت ڏيو ۽ رسمن جي ادائگيءَ جي ذريعي ان جو گهيراءُ ڪريو، پوءِ سڌي واٽ کان توهان جي ٿِڙڻ جو ڪوبه امڪان ناهي. (اينالڪٽس/اقوال 15:21)
- اُهي والدين، جيڪي پنهنجي اولاد کي ننڍپڻ ۾ مناسب تعليم نٿا ڏيارين، اهي ٻارن جا دشمن هوندا آهن. بي علم ٻار تعليم يافته ماڻهن جي وچ ۾ نمايان نٿو ٿي سگهي. علم اهو بهترين خزانو آهي، جيڪو انسان پنهنجي

زندگيءَ ۾ خاموشيءَ سان گڏ ڪري سگهندو آهي. (هندو مت-گارودا پُرانا-115)

- جيڪڏهن توهان مان ڪنهن شخص وٽ حڪمت ناهي، تہ اها مالڪ حقيقيءَ کان گهري، جيڪو هر هڪ کي انتهائي سخاوت سان عطا ڪندو آهي. اها ان کي ڏني ويندي. (مسيحيت، جميز، 5:1)
- جهڙيءَ طرح باهہ ڪاٺيءَ کي ساڙي، خاڪ بڻائيندي آهي، اهڙيءَ طرح علم بُرن ڪمن کي ساڙي ڇڏيندو آهي. (ڀڳود گيتا، 37:4)
- درست تعليم انساني ذهن ۾ عوام الناس جي خدمت جي جذبن کي پيدا ڪري ٿي.

(سک مت-ادي گرنٿ صاحب-آسا 1، ص 356)

- (آهورا مزدا کان دعا) اسين سدائين توکي سوچ تي مرڪوز رکون ٿا. ان کان سواءِ محبتي ذهنن جي تعليمات تي غور ۽ فڪر ڪريون ٿا. اسان ڏسون ٿا تہ مقدس ماڻهن جا ڪم کهڙا آهن، جيڪي روحاني طور تي ”حقيقت“ جي عين مطابق هوندا آهن.

(زرتشت، اوستا، يسنا 2:34)

- هر هڪ کي روح جو اثر فائدي جي لاءِ ڏنو ويندو آهي، ڪنهن کي روح سان حڪمت ڀريل ڪلام ملندو آهي ۽ ڪنهن کي انهيءَ روح سان علم جو ڪلام.

(قرنتيون جي نالي خط، باب 12:7-9)

- هر لکت مالڪِ حقيقيءَ جي الهام جو نتيجو آهي. تعليم، نصيحت ۽ سچائيءَ جي تربيت جي واسطي فائديمند آهي تہ جيئن مالڪِ حقيقي جو ڪامل ٻانهو هر چڱي ڪم لاءِ بالڪل تيار ٿي وڃي. (تيمو ٿاؤس، 16:3)

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- علم جي ذريعي انسان سُٺائي ۽ برائي، نيڪيءَ بدي، صحيح ۽ غلط ۾ فرق ڪري سگهي ٿو.
- علم جي سکيا انسان کي مثالي زندگي گذارڻ لاءِ تيار ڪري ٿي ۽ ان کي اشرف بڻائي ٿي.
- علم حاصل ڪرڻ نيڪي آهي، ڇاڪاڻ ته علم سٺائي ۽ سڌي رستي ڏانهن وٺي وڃي ٿو.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

**الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:**

(۱) سامي مذهبن جي مُقدّس ڪتابن جا نالا لکو.

(۲) مذهبي اهم ڪتاب اسان جي ڪهڙيءَ طرح رهنمائي ڪن ٿا؟

(۳) ٻيا مُقدّم مذهب ڪهڙا آهن؟ نالا لکو.

**ب- هيٺئين سوال جو تفصيلي جواب ڏيو:**

(۱) علم حاصل ڪرڻ جا ڪي به پنج فائدا بيان ڪريو.

**ج- علم بابت ڏاهن ماڻهن جا اقوال گڏ ڪري پنهنجي ڊائري يا ڪتابڙي ۾ لکو.**

د- كالم ”الف“ كي كالم ”ب“ سان ملايو ۽ اهو ٻـ ٻڌايو تـ هيٺيان اقوال ڪهڙي مذهب مان ورتا ويا آهن.

| كالم (الف) | كالم (ب) |
| --- | --- |
| ١- مسيحيت | علم حاصل ڪرڻ سان دل روشن ٿيندي آهي. |
| ٢- ٻڌ مذهب | مالڪِ حقيقيءَ جو خوف، حكمت جي شروعات آهي ۽ قُدّوس جي سڃاڻپ فهم آهي. |
| ٣- زرتشت | اي پروردگار! مون کي علم عطا ڪر |
| ٤- هندو مذهب | جنهن کي مالڪِ حقيقيءَ جو علم حاصل ٿيو، جڻ تـ ان جي زندگيءَ مان اونداهي ختم ٿي. |
| ٥- اسلام | نيڪ ماڻهن جون دليون نور ۽ علم سان روشن هونديون آهن. |

و- هن عنوان بابت پنهنجي پسند جا کي ٻـ ٻه نُڪتا لکو، جن کان توهان متاثر ٿيا هجو.

(١) ________________________________

(٢) ________________________________

## استادن لاءِ هدايت

شاگردن ۽ شاگرديائڻين کي همٿايو تـ اهي علم پرائڻ بابت مذهبي اهم ڪتابن مان مختلف اقوال گڏ ڪن ۽ ڪلاس ۾ ان جو خلاصو پيش ڪن.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| پرائڻ | حاصل ڪرڻ، هٿ ڪرڻ | مُفَڪِّر | سوچ ڪندڙ |
| قول (ج) اقوال | چوڻي، مثال، ڳالهه ٻولهه | آماده | تيار، رضامند |
| مُقدّم | اڳيون، پهريون | مطالعو | اڀياس ڪرڻ، پڙهڻ |
| مٿو ٽيڪڻ | نياز ڪرڻ | اپنائڻ | اختيار ڪرڻ |
| صحيفو | خدا جي طرفان موڪليل ڪتاب | جوهر | اصل، گُڻ |
| تدوين ڪرڻ | مضمون ڪي گڏ ڪرڻ | جامع | تفصيلي |
| اَشرف | عزت وارو، شرف وارو | وسعت | ڦهلاءُ |
| اَعلىٰ | سڀ کان بُلند | ٽڙڻ | گمراهه ٿيڻ |
| رواداري | اقرار، قبوليت، همدردي | | |

باب پيو

# سِک مذهب

## ١- تعارف

حسن ابدال، راولپنڊيءَ کان پنجاهہ ڪلوميٽر اتر اولهہ ۾ آهي. هن علائقي کي پرڏيهي شُهرت سکن جي مقدس هنڌ ”پنجہ صاحب“ جي ڪري آهي. روايت آهي تہ سک مذهب جو باني بابا گرو نانڪ ديو جي مکہ، مدينہ، بغداد ۽ ايران کان ٿيندو، هتي پهتو ۽ ڪجهہ ڏينهن هتي ترسيو. اتي گرودواري ۾ هن جي هٿ جو نشان ”چنبو“ آهي، جنهن مان پاڻيءَ جو چشمو ڪيترين ئي صدين کان وهي رهيو آهي. انهيءَ ڪري هيءُ هنڌ ”پنجہ صاحب“ جي نالي سان مشهور آهي. هر سال ١٤ اپريل تي بيساکيءَ جي ميلي ۾ دنيا مان هزارين سِک ياتري هتي زيارت لاءِ ايندا آهن.

سک مذهب ۾ توحيد کي خاص اهميت حاصل آهي. هو وحدانيت تي يقين رکن ٿا ۽ هڪ مالڪِ حقيقيءَ جي عبادت ڪن ٿا. سک مذهب ذات پات جي تصور جي خلاف آهي. انهن وٽ سڀئي انسان برابر آهن. سِک مذهب ۾ اِيثار، همدردي ۽ مخلوق جي خدمت کي وڏو درجو حاصل آهي.

## ٢- سک مذهب ڪيئن پکڙيو؟

بابا گرو نانڪ ديو جي

بابا گرو نانڪ ديو جي جي دور ۾ سکن تي سندس شخصيت ۽ سکيا جا گهرا اثر پيا. هوندئن تہ هن سکن جي مذهبي جماعت بنائڻ جي شعوري ڪوشش نہ ڪئي ۽ نہ ئي ان کي سياسي جماعت بڻايو، پر پنهنجن پوئلڳن جي رهنمائيءَ لاءِ پاڻ کان پوءِ گرو انگد ديو جي کي جانشين مقرر ڪيائين. ان جي مقرري سک مذهب لاءِ مفيد ثابت ٿي. گرو انگد ديو جي نہ صرف بابا گرو نانڪ جي روايتن کي جاري رکيو، پر ڪيرتن (پوڄا پاٺ) ۽ لنگر جي روايت کي وسيع ڪيائين. هن گُرمُکي لپي ايجاد ڪئي ۽ صوفين ۽ ڀڳتن جو ڪلام گڏ ڪيو ۽ ان کي "گرو گرنٿ صاحب (ڪتاب)" ۾ شامل ڪيو. اهڙيءَ ريت هن بابا گرو نانڪ جي سوانح عمري پڻ مرتب ڪرائي، انهن اپائن سان سندس پوئلڳن ۾ عقيدتمندن ۾ اتحاد ۽ هڪ جماعت هئڻ جو احساس پيدا ٿيو.

گرو انگد ديو جي جي دور ۾ "سنگت" ادارو قائم ٿيو، جيڪو اڳتي هلي گرودواري جو بنياد بڻيو. ٽئين گرو امرداس نظم ۽ ضبط کي باقاعده بڻايو. گرو امرداس اڪبر بادشاھ سان ملي ڪوڙ سارا عام ڀلائيءَ جا ڪم ڪيا، جن سان ماڻهن جي دلين ۾ سکن لاءِ نرمي پيدا ٿي ۽ اها تحريڪ مضبوط ٿيڻ لڳي، جيڪا سک مذهب اختيار ڪرڻ وارن لاءِ ڇڪ جو سبب بڻي.

ٽئين، چوٿين ۽ پنجين گروءَ جا واسطا پڻ اڪبر بادشاھ سان خوشگوار رهيا ۽ انهن جي حيثيت وڌي وئي ۽ پنهنجن گروئن جي دور ۾ سک جماعت جي الڳ شخصيت قائم ٿي. اهو سلسلو هلندو رهيو.

ڏهين گرو گوبند سنگهہ جي هندن ۽ مسلمانن کان الڳ قانونن جو اعلان ڪيو، جيڪو صرف سک مذهب جي پوئلڳن لاءِ هيو. هن هر سک لاءِ پنج شيون لازمي قرار ڏنيون، جن ۾ ڪيس (وار) ڪنگهي، ڪڙو (هٿ ۾ پائڻ لاءِ) ڪَڇو (ڇڊو)، ۽ ڪرپان شامل آهن. هن هر سک مرد جي نالي سان "سنگهہ" ۽ هر سک عورت جي نالي جي آخر ۾ "ڪور" لڳائڻ لازمي قرار ڏنو.

اڄ سک مذهب جا پوئلڳ دنيا جي سيني حصن ۾ ٿوري گهڻي تعداد ۾ موجود آهن. پاڪستان، انديا، يورپ، آمريڪا، ڪينيڊا، دبئي، ايران ۽ افغانستان ۾ سکن جو گهڻو تعداد آهي. اهو سک مذهب جي عالمي مذهب هئڻ جو دليل آهي.

## ٣- بابا گرو نانڪ ديو جي ۽ سندس تعليم

بابا نانڪ لاهور جي ڏکڻ اولهہ ۾ ٦٤ ڪلوميٽر جي فاصلي تي تلونڊي راءِ ڀولي ۾ ١٥ اپريل ١٤٦٩ع تي پيدا ٿيو، جنهن کي هاڻي "ننڪانہ صاحب" چئبو آهي. ذات جي حوالي سان سندس والد مهتہ ڪالو، ٻيري خاندان کشتري مان هو. هو بابا گرونانڪ ديو جي جي پيدائش وقت ڳوٺ جو زميندار هو.

ڇهن سالن جي عمر ۾ بابا نانڪ کي هڪ هندو پنڊت "برناجن شاستري" جي آشرم ۾ موڪليو ويو، جتان هن رياضي، ديوناگري ۽ سنسڪرت ٻوليون سکيون.

ان کان پوءِ بابا نانڪ جي هڪ مقامي مولوي صاحب جي شاگردي اختيار ڪئي ۽ اهڙيءَ طرح هو اسلامي تعليم کان بہ آگاهہ ٿيو. اڳتي هلي بابا نانڪ درويشن ۽ فقيرن (علم ۾ پُختن ماڻهن) کان مذهب، فلسفي ۽ اخلاقيات تي خيالن جي ڏي وٺ ۾ ڪجهہ وقت گذاريو، جنهن جي ڪري سندس علم ۾ واڌارو ٿيو. انهيءَ دوران هن بابا فريد گنج شڪر کان باقاعده علم حاصل ڪيو، جنهن سندس ذات تي گهرو اثر وڌو ۽ بابا نانڪ جي علمي ۽ فڪري خزاني ۾ واڌارو ٿيو.

تيرهن سالن جي عمر ۾ اسڪول مڪمل ڪرڻ کان پوءِ بابا نانڪ جي پيءُ جنيئو جي رسم مُنعقد ڪئي. جنيئو هڪ سوٽي ڌور آهي، جنهن کي منتر پڙهي پارايو ويندو آهي. جنيئو اصل ۾ وڏي ذات جو خاص نشان هو، جنهن کي بابا نانڪ پائڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيائين ته ”آءٌ اهو جنيئو پائيندس، جيڪو ڪڏهن به ميرو نه ٿيندو، نه ٽٽندو، نه سڙندو ۽ نه پراڻو ٿيندو، پر هي دنيا تائين مون سان گڏ رهندو“. خانداني پنڊت هرديال سندس ڳالهيون ٻڌي ڪاوڙجي پيو ۽ پڇيائينس ته ”هي تون ڪهڙيون ڳالهيون پيو ڪرين ۽ اهڙو جنيئو تون ڪٿان آڻيندين؟“ بابا نانڪ ديو جي جواب ڏنو ته ” جيڪڏهن رحم جي ماني ۽ قِناعت جو ڌاڳو، پرهيزگاريءَ جي ڳنڍ لڳائي وڃي ته سچائيءَ جو مَروٽو ڏنو وڃي ته انساني روح لاءِ هڪ بيمثال جنيئو بڻجي ويندو“.

بابا گرو نانڪ جو پيءُ ۽ ٻيا گهر وارا سندس اهڙي رويي کان ناراض ٿيا. سندس پيءُ کيس دنياوي ڪاروبار ۾ مصروف ڏسڻ پئي چاهيو. سندس پيءُ جو خيال هو ته ”کشتري جي پٽ کي گهرجي ته هو نفعي واري ڪمائيءَ جي ذريعي خانداني دولت ۾ واڌارو ڪري“. پر گرونانڪ جي انڪار ڪرڻ تي سندس پيءُ کيس جانور چارڻ جو ڪم حوالي ڪيو، پر ان جي جانورن هارين جون ٻنيون ٻيلي ڇڏيون ۽ ان ڪم کي روڪڻو پيو. پوءِ ان جي والد منديءَ مان واپار جو سامان خريد ڪرڻ لاءِ رقم ڏني. نانڪ جي واپار ڪرڻ لاءِ نڪتو، پر رستي ۾ بکايل فقيرن ۽ درويشن سان ملاقات ٿيس ۽ سموري رقم انهن ۾ ورهائي ڇڏيائين. نانڪ جي پريشان پيءُ نانڪ جي شادي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. اوڻيهن سالن جي عمر ۾ ۱۴۸۸ع ۾ بٽالہ جي نيڪ ناميارِي کشتري سول چند جي ڌيءُ سلکڻيءَ سان سندس شادي ڪرايائين، جن مان کيس ٻه پٽ سري چند ۽ لڪشمي داس پيدا ٿيا. شاديءَ واري ٻنڌڻ کان پوءِ هن سلطان پور ۾ نواب خان لوڌيءَ وٽ نوڪري ڪئي. هن ڏهن سالن تائين نوڪري ڪئي، پوءِ نوڪري ڇڏي سفر جي نيت سان ڊگهي سفر تي هليو ويو. سندس سفر جو احوال هن ريت آهي:

| پهريون سفر | ١٤٩٧ع کان ١٥٠٩ع تائين | پهرئين سفر ۾ بابا نانڪ بنگال، آسام ۽ اڙيسه ويو ۽ راجستان جي مذهبي هنڌن جي زيارت ڪيائين. |
|---|---|---|
| ٻيو سفر | ١٥١٠ع کان ١٥١٥ع تائين | جين مذهب ۽ ٻڌ مذهب جي جاين جي زيارت لاءِ سري لنڪا ويو. |
| ٽيون سفر | ١٥١٥ع کان ١٥١٧ع تائين | ڪشمير ۽ هماليه جي جابلو رستن تان جوڳين وٽ ويو. |
| چوٿون سفر | ١٥١٧ع کان ١٥٢١ع تائين | سعودي عرب ويو ۽ واپسي تي عراق، ايران ۽ وچ ايشيا جي رياستن ۾ اسلامي علم حاصل ڪيائين. |

١٥٢١ع ۾ بابا گرو نانڪ واپس پنجاب موٽي آيو ۽ ڪرتارپور کي پنهنجو مرڪز بڻايائين ۽ ٻني ٻاري جو ڌنڌو اختيار ڪيائين. ارڙهن سالن جي عبادت، رياضت ۽ روحاني تجربا حاصل ڪرڻ کان پوءِ ٢٢ سيپٽمبر ١٥٣٩ع تي گرو نانڪ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو.

## بابا گرو نانڪ ديو جي تعليم:

بابا گرو نانڪ جي تعليم ۾ مالڪِ حقيقيءَ جو ذڪر عام آهي. هو چوي ٿو ته ”مالڪِ حقيقي پوري ڪائنات جو خالق آهي. هو سڀني مخلوق کي پيدا ڪندڙ آهي ۽ اهوئي ڪائنات کي هلائي رهيو آهي. هن ئي آسمان کي بنا ڪنهن سهاري جي قائم ڪيو آهي. هو تعمير ۽ تخريب (خير ۽ شر) ٻنهي جو پيدا ڪندڙ آهي“. بابا گرو نانڪ وٽ ذات پات ۽ اعليٰ ۽ ادنيٰ ڪجهه به ناهي. انسان جا عمل ان کي ننڍو يا وڏو بڻائين ٿا. هو چوي ٿو ته ” سمجهه ۾ نه ايندڙ آهي هيءَ ذات پات، سموري مخلوق مالڪِ حقيقيءَ وٽ هڪ آهي. سڀ ڪجهه هن ئي پيدا ڪيو آهي ۽ نيت هر

شيءِ ان ۾ شامل ٿي ويندي“.

بابا نانڪ فرسوده رسم ۽ رواج جي مقابلي ۾ اخلاقي قدرن کي وڏيڪ اهميت ڏني آهي. پاڻ فرمائين ٿا ته:

”پنهنجي سُٺ مان ڪرم ٺاهيو ۽ ڏاڳي مان قناعت، سچ هن ڏاڳي جو لاهو چاڙهو آهي. اي پنڊت! جيڪڏهن تو وٽ اهڙو ڏاڳو آهي، جيڪو ڪڏهن به نه ٽٽي، نه سڙي، نه گم ٿئي، ته اهو منهنجي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏ. مبارڪ آهي اهو ماڻهو، جنهن جي ڳچيءَ ۾ اهڙو ڏاڳو ٻڌو وڃي“.

بابا نانڪ پنهنجن عملن کي مالڪِ حقيقيءَ جي مرضيءَ مطابق گذارڻ جي تلقين ڪري ٿو، چاڪاڻ ته مالڪِ حقيقي جي مرضي اسان سڀني تي حاوي آهي. سُک، ڏک، خوشي ۽ غمي، ڪاميابي ۽ ناڪامي، سُٺائي ۽ برائي، علم ۽ جهالت، آزادي ۽ غلامي، جنت ۽ دوزخ انهيءَ مالڪِ حقيقيءَ جي حڪم سان آهن. پاڻ فرمائين ٿا ته:

”جيڪو چاهي، اهو پاڻ ڪري ٿو ڪنهن ٻئي جو حڪم نٿو هلي. اي نانڪ! هو بادشاهن جو بادشاهه آهي. سندس رضا تي راضي رهڻ اصل ڳالهه آهي“.

بابا نانڪ پنهنجي نظم ”جپ جي“ ۾ سکن جي اهم عقيدي يعني مالڪِ حقيقي تي ڀروسو ۽ ايمان جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته :

”آقا سچ آهي، سچ آهي ان جو نالو.
اڻ کُٽ آهي ان جي محبت.
اتان ئي گهرون ٿا ۽ اُتان ئي ملي ٿو.
لازوال آهي ان جو نالو، ان جون عنايتون، ان جي عظمت.
اسان جي زندگيءَ لاءِ بهتر آهي ته نيڪ عمل ڪريون.
ڇوٽڪاري جي رحمت ۽ ٻاجهه ان کان ئي ممڪن آهي“.

مطلب تہ بابا گرو نانک جي تعليم ۾ مالڪِ حقيقيءَ جي وڏائي ۽ ان تائين پهچڻ لاءِ گروءَ جي رهنمائي ۽ وسيلي جي ضرورت تي زور ڏنو ويو آهي. پاڻ هن ڳالهہ جي بہ تلقين ڪئي اٿائين تہ سڀ ڪجهہ مالڪ حقيقيءَ جي حڪم سان ٿئي ٿو ۽ پوري ڪائنات انهيءَ مالڪ حقيقيءَ جي حڪم جي تابعدار آهي.

اسان کي بابا گرو نانڪ جي تعليم ۾ انسانيت سان محبت، برابري ۽ ٻين جي سار سنڀال جا پيغام ملن ٿا. هو سڀني انسانن کي ايمانداري ۽ حلال روزي ڪمائڻ جو حڪم ڏئي ٿو، جنهن جي ڪري مالڪِ حقيقيءَ جي عشق جي توفيق ملي سگهندي.

## ۴- سک مذهب جا گرو

”گرو“ سنسڪرت زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”اونداهين ۾ روشني پکيڙيندڙ“. جڻ تہ گرو ڪنهن فرد جي دل ۽ روح مان جهالت جي اونداهيءَ کي دور ڪري ٿو. مالڪ حقيقيءَ جي عشق ۽ ان تائين پهچائڻ لاءِ هڪ رهنما جي ضرورت آهي. گروءَ جي رهنمائي ۽ تعليم ئي مالڪِ حقيقيءَ تائين رسائيءَ جو سبب بڻجي ٿي، انهيءَ ڪري سک مذهب ۾ گروءَ جي ضرورت ۽ اهميت تي تمام گهڻو زور ڏنو ويو آهي. سک مذهب ۾ بابا گرو نانڪ جي پهريون گرو هو. سک مذهب جي ٻين ڏهن گروئن جو ذڪر هن ريت آهي:

## ١- گرو انگد ديوجي (لمنا پائي) (١٥٠٤ع کان ١٥٥٢ع)

گرو انگد ديوجي ١٥٠٤ع ۾ پيدا ٿيو. هيءُ ڪنهن مندر جو پجاري هو ۽ هر سال پڳتن جوجٿو وٺي جوالا مکي جي هنڌ تي ديوي جي مندر ويندو هو. اتي هڪ پيرو گرو نانڪ ديوجي جي پوئلڳ جوڌا پائيءَ کان متاثر ٿيو ۽ ان کان پوءِ بابا گرو نانڪ سان اچي ملاقات ڪيائين. ان وقت سندس عمر ٢٨ سال هئي. پوءِ پوري عمر لاءِ اتي ئي رهجي پيو. بابا گرو نانڪ جي دور ۾ هن لنگر جي ڪم کي نهايت سهڻي طريقي سان سنڀاليو. بابا گرو نانڪ ديوجي جي وفات کان ويهه ڏينهن اڳ کيس پنهنجو جانشين بڻايو هو.

گرو انگد ديوجي ٻه اهڙا ڪم ڪيا، جن مان سک جماعت جي نظام ۾ مضبوطي پيدا ٿي. پهريون هن گُرمکي لپي ايجاد ڪئي ۽ ٻيو گرونانڪ جي ساٿيءَ کان سندس سوانح عمري تيار ڪرائي، جنهن ۾ سندس تعليم جو خلاصو پڻ شامل آهي. گرو انگد ديو جي برابري، راوداري، ماڻهن سان احترام جورويو اپنايو ۽ ڪنهن ٻئي مذهب تي تنقيد نه ڪئي. سندس ٦٢ شلوڪ (نرمان) گرو گرنٿ صاحب ۾ شامل آهن. هن پهرين اپريل ١٥٥٢ع تي وفات ڪئي. وفات کان اڳ هن گرو امرداس جي کي گرو مقرر ڪيو.

## ٢- گرو امرداس جي (١٤٧٩ع کان ١٥٧٤ع)

گرو امرداس جي ١٤٧٩ع ۾ امرتسر جي ويجهو هڪ ڳوٺ باسرڪي ۾ پيدا ٿيو. سندس تعلق هڪ ڪٽر مذهبي گهراڻي سان هيو. هو بابا گرو نانڪ ديوجيءَ جي هڪ حمد "جپ جي" (صبح جي دعا) ٻڌي متاثر ٿيو ۽ سندس پوئلڳ بڻجي ويو. سندس وڏو ڪم سکن کي مُنظّم ڪرڻ آهي.

گرو امرداس جيءَ جو ٻيو اهم ڪم اڪبر بادشاهه سان سٺن ناتن کي وڌائڻ آهي. بادشاهه جي مدد سان هن عام ڀلائيءَ جا ڪيترائي ڪم ڪيا. مثال طور ڍل معاف ڪرايائين، ان کان سواءِ ٻه ٻيا عام ڀلائيءَ جا ڪيترائي ڪم ڪيائين.

هن ”گرو گرنٿ صاحب جي“ ۾ مذهبي دعائن جو واڌارو ڪيو. گرو امرداس جي پهرين سيپٽمبر ۱۵۷۴ع تي وفات ڪئي ۽ پنهنجي جاءِ تي گرو رامداس جي کي گرو مقرر ڪيائين.

## ۳- گرو رامداس جي (۱۵۳۴ع کان ۱۵۸۱ع)

گرو رامداس جي جو نالو ڄيٺا پيائي هو. هو لاهور ۾ ۱۵۳۴ع ۾ پيدا ٿيو. پاڻ ۱۵۷۴ع کان ۱۵۸۱ع تائين گروءَ جا فرض نڀايائين. گرو رامداس جي مذهبي ڏڻ ملهائڻ لاءِ پنهنجن پوئلڳن کي هندن کان الڳ ڪيو ۽ وري شادي ۽مرڻ جون رسمون پڻ الڳ مقرر ڪيون ۽ خاص طور تي ستيءَ جي رسم جي مخالفت ڪئي.

گرو رامداس جي امرتسر شهر کي وسايو ۽ اتي ئي بابا گرو نانڪ ديو جي جي تعليم کي عام ڪيو. پاڻ ۲۸ سيپٽمبر ۱۵۸۱ع تي وفات ڪيائين.

## ۴- گرو ارجُن ديو جي (۱۵۶۳ع کان ۱۶۰۶ع)

پنجين گرو ارجن ديو جي کي سندس پيءُ گرو رامداس جي وفات کان پوءِ ۱۸ سالن جي عمر ۾ گرو مقرر ڪيو ويو. گرو ارجن ديو جي ۱۵ سيپٽمبر ۱۵۶۳ع تي گووندوال ۾ پيدا ٿيو هو.

گرو ارجن ديو جي امرتسر تالاب (سروور) ۾ مرڪزي عبادت گاهه ”هري مندر صاحب“ اڏايو، جنهن کي هاڻي ”گولڊن ٽيمپل“ چئجي ٿو. هن اُتي سک گروئن جي رهائشگاهه پڻ ٺهرائي. انهيءَ ڪري ان جڳهه کي ”دربار صاحب“ جو نالو ڏنو ويو آهي، جتي ڪو گرو رهندو هو يا ڪٿي به گرو گرنٿ صاحب جو پاٺ ٿيندو هو ته ان کي ”دربار صاحب“ چيو ويندو هو.

مالي طور تي سکن کي منظم بنائڻ لاءِ گرو ارجن ديو جي سکن لاءِ عشر (ڏهون حصو) ڍل جي سجاڳپ ڪرائي. ان ڪان اڳ لنگرجو انتظام رکڻو عام پلائيءَ جي ڪمن ۾ نذرانن مان هلندو هو. ان مان اهو فائدو ٿيو تہ سکن جي عام ڀلائيءَ جي تنظيم معاشي طور تي سگهاري ٿي پئي. گرو ارجن ديو جي راوي ۾ بياس درياهہ جي وچ ۾ شهر ترن تارن، ڪرتارپور ۾ هرگوبند پور وسايا.

جهانگير بادشاهہ جي دور ۾ هن جو پٽ باغي بڻجي پنجاب آيو ۾ گرو ارجن ديو جي ڪان مدد گهري. گرو جي ان جي مالي مدد ڪئي. لاهور جي گورنر چندومل هڪ سازش تحت گرو ارجن ديو جي کي لاهور ۾ قيد ڪرائي، قتل ڪرائي ڇڏيو. جنهن جي ڪري سکن ۾ مغلن جا واسطا ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندا ويا. گرو جي کي ١٦ مئي ١٦٠٦ ۾ قتل ڪيو ويو.

## ٥- گرو هرگوبند سنگهہ جي (١٥٩٥ع کان ١٦٤٤ع)

گرو هرگوبند سنگهہ جي ١٤ اپريل ١٥٩٥ع تي پيدا ٿيو. سک جماعت لاءِ سندس دور مشڪل ۾ ڏکيو دور هو. مغل بادشاهہ مخالف ٿي پيو هو. گرو هرگوبند سنگهہ جي ظلم جي خلاف هٿيار کنيو. سندس زندگي جنگي تيارين ۾ گذري. هن سپني پوئلڳن کي هر وقت تيار رهڻ جو حڪم ڏنو. هن پنجاب جي مغل گورنر خلاف جنگيون وڙهيون. مغلن سان حالات بهتر ٿي وري خراب ٿيندا رهيا. پوءِ کيس گواليار جي قلعي ۾ بند ڪيو ويو. گرو هرگوبند سنگهہ جي جو انتقال ١٦٤٤ع ۾ ٿيو.

## ٦- گرو هرراءِ صاحب جي (١٦٣٠ع کان ١٦٦١ع)

گرو هرراءِ صاحب جي ٢٦ فيبروري ١٦٣٠ع تي پيدا ٿيو. تيرهن سالن جي عمر ۾ سندس ڏاڏو گرو هرگوبند جي کيس گرو مقرر ڪيو هو. مزاج ۾ هو نرم دل ۾ صلح پسند انسان هو. هن مغلن جي خلاف ڪابہ فوجي ڪارروائي نہ ڪئي، پر دارا شڪوه کي بچائڻ ۾ اڳرو رهيو. جتي کيس شڪست ملي. کيس دهلي گهرايو ويو ۾ اتي ئي ١٦ آڪٽوبر ١٦٦١ع تي انتقال ڪيائين.

## ٧- گرو ڪرشن جي (١٦٥٦ع کان ١٦٦٤ع)

گرو ڪرشن جي ٧جولاءِ ١٦٥٦ع تي پيدا ٿيو. ڪيس پنجن سال جي عمر ۾ گرو مقرر ڪيو ويو. ان وقت دهليءَ جي راڄڌاني ۾ ماتا جي وبا پکڙجي چڪي هئي ۽ روزانو هزارين ماڻهو مري رهيا هئا. گرو ڪرشن جي کي مالڪ حقيقيءَ ماتا جي علاج جي صلاحيت ڏني هئي. انهيءَ ڪري هن دهليءَ ۾ ماتا جي گهڻن ئي بيمارن جو علاج ڪيو. دهليءَ جي ماڻهن ان بيماريءَ مان شفا ته حاصل ڪئي، پر پاڻ گرو ڪرشن جي ماتا جي بيماريءَ ۾ وڪوڙجي ويو ۽ انتقال ڪيائين. سندس عمر ست سال، ست مهينا ۽ ٢٣ ڏينهن هئي.

## ٨- گرو تيغ بهادر جي (١٦٢١ع کان ١٦٧٥ع)

هيءُ ١٦٢١ع تي امرتسر ۾ پيدا ٿيو. هيءُ ڇهين گروءَ هرگوبند جي جو پُٽ هو. صوفي طبيعت وارو ماڻهو هو. هن ڏهن سالن تائين گروءَ جا فرض نڀايا. اورنگزيب بادشاهه جي دور ۾ دهليءَ ۾ چاندني چوڪ تي ڪيس قتل ڪيو ويو. هن ڏڪائتي واقعي سک قوم جي جذبن ۾ هلچل مچائي ڇڏي. هن کان پوءِ سندس پٽ گرو گوبند سنگهه جي گرو بڻيو.

## ٩- گرو گوبند سنگهه جي (١٦٦٦ع کان ١٧٠٨ع)

گرو گوبند سنگهه جي پنهنجي پيءُ جي قتل کان پوءِ گرو بڻيو. هن سک مذهب ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هن سک مذهب ۽ سک روايت جي مخصوص ڪردار جي جوڙجڪ جو ڪم سرانجام ڏنو.

مغل بادشاهت ۽ بين راجا مهاراجائن سان وڙهڻ ۽ بدلو وٺڻ جي پوري زندگي ڀرپور تياري ڪندو رهيو. هن سکن کي فوجي تربيت ڏني ۽ سک قوم کي جنگجو بڻايو. ڪيس جابلو رياستن جي راجائن سان ١٩ جنگيون وڙهڻيون پيون. زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ هو هڪ مسلمان

رياست حيدرآباد دکن هليو ويو ۽ باقي زندگي اتي گذاريائين.

هن هر سک مرد جي نالي سان گڏ ”سنگهہ“ ۽ عورت جي نالي جي آخر ۾ لفظ ”ڪور“ جي واڌاري ڪي لازمي قرار ڏنو. وفات کان اڳ هن ”گرو گرنٿ صاحب جي“ سکن جي مقدس ڪتاب کي گروءَ جو درجو ڏنو ۽ چيو تہ هن کان پوءِ آخري سک مذهب جو ڪو گرو نہ هوندو. مطلب تہ گرو گرنٿ صاحب (ڪتاب) يارهون ۽ آخري گروءَ جي حيثيت سان متعارف ٿيو.

## ١٠- گرو گرنٿ صاحب جي

گرو گرنٿ صاحب جي، سکن جو مقدس ڪتاب آهي. هن کي گرو انهيءَ ڪري چيو ويو، جو سکن جي ڏهين گرو گوبند سنگهہ جي پاڻ کان پوءِ ڪنهن سک کي چونڊڻ بدران ڪتاب گرو گرنٿ صاحب جي کي سکن جي رهنمائيءَ لاءِ چونڊيو.

گرو گرنٿ صاحب جي دنيا جي مذهبي ڪتابن ۾ انهيءَ ڪري منفرد حيثيت رکي ٿو جو هن ۾ گروئن جي شبدن ۽ شلوڪن کان سواءِ ٢٧ اهڙن ماڻهن جو ڪلام پڻ شامل آهي،جيڪي نہ تہ پاڻ سک هئا ۽ نہ ئي سک مذهب سان انهن جو تعلق هو، پر سندن مذهب مختلف هئا، پر انسانيت کي هڪ ٿي وڻائڻ، اخلاقيات جي تربيت ۽ روحاني روشنيءَ جي ڳولها جو جذبو گڏيل هو.

گرو گرنٿ صاحب جي ۾ ستن گرو صاحبن، ستن مسلمان صوفين ۽ يارهن ٻين شاعرن جو ڪلام شامل آهي، جن جو ڪلام ننڍي کنڊ جي کنڊ ڪڙڇ ۾ گونجندو رهي ٿو. اصل ۾ هي روحاني شاعريءَ جو مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ سک مذهب جي بنيادي عقيدن جي حوالي سان ذڪر موجود آهي تہ انسان مالڪ حقيقيءَ جي نور جو ڦڙو آهي، جيڪو هن دنيا ۾ ٿوري وقت لاءِ آيو آهي، تہ جيئن ستا ڪم ۽ عبادت ڪري، پيهر آخرت ڏانهن هلي، جيڪو هر انسان جي زندگيءَ جو مقصد آهي.

گرو گرنٿ صاحب جي کي گُرمُکي لپيءَ ۾ لکيو ويو آهي. جنهن ۾ پنجابي، سنڌي، مراٺي، برج ڀاشا، هندي، سنسڪرت، عربي، فارسي، بنگالي ۽ تامل ٻولين جا لفظ شامل آهن.

انهيءَ ڪري هن کي ”ٻولين جو خزانو“ به چيو ويندو آهي. هي سک مذهب جي پوئلڳن لاءِ رهنما به آهي ته روحاني سرچشمو پڻ. سک هن کي ”زنده گرو شهنشاهه“ مڃين ٿا.

## مذهبي برابريءَ ۾ سک مذهب جون خدمتون:

سک مذهب جي باني بابا گرو نانڪ ديو جي هڪ اصلاح پسند شخص هو. هو جنهن سماج ۾ پيدا ٿيو، ان ۾ هندو مذهب (سناتن ڌرم) ۽ اسلام به اهڙا مذهب هئا، جن جا پوئلڳ سڀ کان وڌيڪ هئا.

بابا گرونانڪ ديو جي جو خيال هو ۽ هو چوندو هو ته رام ۽ رحيم هڪ ئي مالڪِ حقيقيءَ جا نالا آهن. انهيءَ ڪري بابا گرو نانڪ ”نه ڪو هندو ۽ نه ڪو مسلم“ جو نعرو لڳائي اهو فاصلو گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هو چوندو هو ته مختلف مذهب، هڪ حقيقت تائين پهچڻ جا مختلف رستا آهن. هن توحيد يعني مالڪ حقيقيءَ جي وحدانيت جو پرچار ڪيو. انساني برابري ۽ ڀائيچاري جو سبق ڏنو ۽ ذات پات جي خلاف آواز اٿاريو.

توڙي جو پاڻ بابا گرو نانڪ جو تعلق هندن جي اعلىٰ ذات سان هو، پر سندس تعليم اسلام جي تعليم کي وڌيڪ ويجهو نظر اچي ٿي. هن ماڻهن ۾ برابري، ٻين جي لاءِ پيار ۽ محبت، مالڪ حقيقيءَ جي عبادت ۽ اهڙيءَ طرح جي تعليمن جي ڪري سک مذهب ۾ مذهبي برابري پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ڪيو.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- بابا گرو نانڪ جو تعلق هندو مذهب (سناتن ڌرم) جي اعليٰ ذات سان هو، پر هن ذات پات جي فرق کي نہ مڃيندي، برابريءَ جو پيغام ڏنو.
- بابا گرو نانڪ شروعاتي تعليم هندو پنڊت ۽ مسلمان مولوين کان حاصل ڪئي. ان کان سواءِ هو ٻين مذهبن جي دانشورن، درويشن ۽ عالمن سان پڻ مليو. پوءِ پنهنجي گهروارن ۽ ويجهن مائٽن کي پڻ پنهنجن خيالن کان آگاهہ ڪيو. جيڪي اصل ۾ سک مذهب جي اهم تعليم هئي. جنهن ۾ هڪ مالڪ حقيقيءَ تي ايمان، سڀني انسانن جي لاءِ برابري ۽ تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جا اهم پيغام ملن ٿا.
- سک مذهب جي تعليمات ۾ گرو يعني رهنما جي هدايت هڪ اهم پهلو آهي. ان مطابق گروءَ جي هدايتن جي ڪري انسان مالڪِ حقيقيءَ جي سڃاڻپ حاصل ڪري سگهي ٿو.
- سک مذهب جي سڀني گروئن پاڻ کان پوءِ پنهنجو جانشين مقرر ڪيو. سک مذهب جي باني بابا گرو نانڪ کان وٺي نائين گروءَ تائين. پر ڏهين گروءَ، گرو گوبند سنگهہ جي پاڻ کان پوءِ "گرو گرنٿ صاحب جي ڪتاب" کي سکن جو يارهون ۽ آخري گرو مقرر ڪيو.
- گرو گرنٿ صاحب جي (ڪتاب) ۾ گهڻي ڀاڱي گروئن جي تعليم موجود آهي. ان سان گڏ صوفين، هندو مهاتمائن ۽ ٻين شاعرن جو ڪلام بہ شامل آهي.
- ننڍي کنڊ ۾ سک مذهب جي باني ماڻهن جي وچ ۾ پيار ۽ محبت، ڀائيچارو ۽ رواداريءَ جو سبق ڏنو آهي. اهڙيءَ طرح ننڍي کنڊ ۾ مذهبي برابري پيدا ڪرڻ ۾ هن اهم ڪردار ادا ڪيو.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(۱) گروءَ جي معنيٰ ڇا آهي؟

(۲) ”پنجه صاحب“ ڇا آهي؟ وضاحت ڪريو.

(۳) سک مذهب ڪهڙن علائقن ۾ پکڙيو؟

(۴) بابا گرو نانڪ جنيئو پائڻ کان ڇو انڪار ڪيو؟

(۵) بابا گرو نانڪ کي ڪيترا پُٽَ هئا؟ نالا ٻڌايو.

(۶) سک مذهب ۾ گروءَ جي حيثيت ڪهڙي آهي؟

(۷) گرمکي لپي ڪنهن ايجاد ڪئي؟

(۸) گرو رامداس جي ڪهڙي مشهور شهر جو بنياد رکيو؟

(۹) گرو گوبند سنگهه جي سکن کي فوجي تربيت ڇو ڏني؟

(۱۰) سکن جا مغل بادشاهن سان ناتا ڪيئن رهيا؟

### ب- هيٺين سوالن جا تفصيلي جواب ڏيو:

(۱) گرو نانڪ ديو جي اهم تعليم ڪهڙي هئي؟

(۲) بابا گرو نانڪ ديو جي ڪهڙن هنڌن جو سفر ڪيو؟

(۳) گرو گرنٿ صاحب جي کي ”زنده گرو شهنشاهه“ ڇو چوندا آهن؟

(۴) سک مذهب مذهبي برابريءَ ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪيو آهي؟

(۵) گرو گوبند سنگهه جي پنجن شين کي سکن لاءِ ڇو لازم قرار ڏنو؟

ج- سک مذهب جي يارهن گروئن بابت معلومات گڏ ڪري چارٽ ٺاهيو ۽ ڪلاس ۾ لڳايو ۽ ان جي ڪارڪردگي (Presentation) پڌايو.

د- سک مذهب جي پوئلڳن يا سک مذهب جي رسمن بابت وڊيو (Video) ڏيکارڻ جو اهتمام ڪريو، جنهن ۾ پار ڪارڪردگي (Presentation) ڏيکارين.

و- هن سبق مان پنهنجي پسند جا ڪي به ٻه نُڪتا لکو، جن کان توهان متاثر ٿيا هجو.

(ا) ____________________________________________

(٢) ____________________________________________

## استادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو ته اهي سک مذهب جا سبق پڙهڻ کان پوءِ ان مذهب جي تعليم ۽ پنهنجي مذهبي تعليم جو پيٽا پيٽي جائزو وٺن.
- استاد صاحب هن ڳالهه جو خيال ڪن ته پيٽا پيٽي جائزي مان ڪنهن به پوئلڳ جي دل آزاري نه ٿئي، پر ان تعليم جي ڪري مذهبن جا پوئلڳ هڪ ٻئي جي ويجهو اچن.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| پرڏيهي | ڌارئي ملڪ جو | فرسوده | بيڪار، نڪمو، پراڻو |
| شُهرت | مشهوري | ٻاجهه | رحم، قياس، ڪرم |
| بيساکي | ويساک جي مهيني جي | توفيق | مدد، سگهه |
| لپي | ٻولي، زبان، اکر لکڻ جو نمونو | رسائي | پهچ، پڄت |
| منعقد | ڳنڍجندڙ، جُڙندڙ | شلوڪ | وچن، ٻول، انجام |
| قِناعت | ڪفايت، ٿوري تي راضي رهڻ | مُنظّم | انتظام سان |
| مَروٽو | وَر، پيچ | پاٺُ | ڌرمي ڪتابن جو دور |
| پيلڻ | جانورن جو فصل کي نقصان پهچائڻ | مُنفرد | اڪيلو، علاحده |
| رياضت | محنت ڪرڻ، تپسيا ڪرڻ | شُبد | شعر جو ٽڪر، اکر، لفظ |
| ادنيٰ | سيني کان هيٺ | پرچار | اشاعت، مشهوري، اظهار |

باب ٽيون

# پاڪستان ۾ مذهبي ڏڻ

## ١- عيدالفطر

عيد جي معنىٰ”وري وري موٽي اچڻ“ آهي.
عيدالفطر رمضان المبارڪ جي مهيني ختم ٿيڻ کان پوءِ پهرين شوال تي ملهائي ويندي آهي. هن کي ”مٺي عيد“ به چئبو آهي. رمضان المبارڪ جو مهينو انساني نفس جي تربيت جو مهينو آهي. هن ۾ مسلمان روزن جي ذريعي پنهنجي خواهشن کي قابو ڪندا آهن. رمضان جي مهيني ۾ قرآن مجيد نازل ٿيو، جيڪو مالڪِ حقيقيءَ جو آخري مُقدّس ڪتاب آهي. هن ئي مهيني ۾ مسلمان قدر واري رات ملهائيندا آهن، جنهن ۾ عبادت ڪرڻ جو ثواب هزار مهينن جي عبادت کان به وڌيڪ آهي. جڏهن ته عيدالفطر تڪليف کان پوءِ آساني ۽ مالڪِ حقيقيءَ جي نعمتن جي شڪراني جو ڏينهن آهي.

عيد جي ڏينهن مسجدن ۽ کليل ميدانن ۾ عيد جي نماز ادا ڪئي ويندي آهي، جنهن ۾ ماڻهن جو وڏو انگ شرڪت ڪندو آهي. هن موقعي تي سموري دنيا جي مسلمانن ۽ پوري انسانيت ۾ اتحاد، اسلام جي سربلندي ۽ ملڪ جي خوشحاليءَ لاءِ خاص دعائون گهريون

ويندڙيون آهن. نماز کان پوءِ ماڻهو هڪ ٻئي سان ڀاڪر پائي ملندا آهن ۽ عيد جون مبارڪون ڏيندا آهن. جنهن مان اسلامي ڀائيچاري جو مظاهرو ٿئي ٿو. ان ڏينهن اڪثر ماڻهو پنهنجن دوستن ۽ مائٽن جي گهر ويندا آهن ۽ سوکڙيون به موڪليندا آهن.

عيدالفطر جون خوشيون صرف مسلمانن تائين محدود ناهن، پر مسلمان انهن خوشين ۾ پنهنجي ديس واسين کي به شريڪ ڪندا آهن. انهن کي عيد جا ڪارڊ موڪليندا آهن. انهن ۾ مٺايون ۽ سُوکڙيون ورهائيندا آهن ۽ عيدالفطر جي دعوتن ۽ محفلن ۾ انهن کي به شرڪت جي دعوت ڏيندا آهن.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- عيد خوشيءَ جو ڏينهن آهي، جنهن ۾ سڀئي ماڻهو پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ملي خوشيون ورهائيندا آهن.
- عيد شڪراني جو ڏينهن آهي، جنهن ۾ سڀئي مسلمان مالڪِ حقيقيءَ جي اڳيان سجدو ڪندا آهن، جنهن اسان کي اڻ ڳڻيون خوشيون ۽ رحمتون ڏنيون آهن.
- مسلمانن وٽ عيدالفطر هڪ نهايت ئي اهم ڏڻ آهي، جيڪو رمضان جي ختم ٿيڻ کان پوءِ پهرين شوال تي ملهايو ويندو آهي. مسلمان پورو مهينو روزا رکي پنهنجي پرهيزگاري ۽ عبادت لاءِ ڪوشش ڪندا رهندا آهن، جڏهن ته عيد انهن سڀني جي لاءِ خوشي ۽ جشن جو ڏينهن آهي.
- عيد جي ڏينهن نماز پڙهڻ کان پوءِ ماڻهو هڪ ٻئي سان ملي دنياوي ڀائيچاري کي هٿي وٺرائيندا آهن.
- سڀئي مسلمان پنهنجن ڀائرن کي، جيڪي ٻين مذهبن سان تعلق رکندا آهن، پنهنجي عيد جي خوشين ۾ شامل ڪندا آهن ۽ سوکڙيون ورهائيندا آهن.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(١) عيد جي معنىٰ ڇا آهي؟

(٢) عيد جي موقعي تي ڪهڙيون دعائون گھربيون آهن؟

(٣) عيد شڪراني جو ڏينهن ڪيئن آهي؟

(٤) توهان عيد جو ڏينهن ڪيئن ملهائيندا آهيو؟

### ب- هيٺين سوالن جا تفصيلي جواب ڏيو:

(١) پنهنجي دوست کي خط لکو، جنهن ۾ هن کان پڇو ته توهان عيد جون تياريون ڪيئن ڪيون آهن ۽ ان سان گڏوگڏ گھر ۾ ڪهڙين اهم ذميدارين نڀائڻ ۾ اڳرائي ڪئي آهي؟

(٢) عيد جي مناسبت سان گھر وارن، دوستن ۽ استادن لاءِ ڪارڊ ٺاهيو، جن ۾ انهن لاءِ پنهنجون دعائون لکو.

### ج- هن سبق مان پنهنجي پسند جا ڪي ٻه ٻه نُڪتا لکو، جن کان توهان متاثر ٿيا هجو.

(١) ______________________________________________

(٢) ______________________________________________

## استادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو ته اهي گروپ ٺاهي هڪ ٻئي سان خيالن جي ڏي وٺ ڪن ته خوشين جي انهن ڏڻن ۾ اجايو ڏيکاءَ ۽ فضول خرچيءَ کان ڪيئن بچجي.
- شاگردن ۽ شاگردياڻين جي ڄاڻ لاءِ انهن کي ڪهاڻين، وڊيوز يا مثالن جي ذريعي ٻڌايو ته عيد جي ڏينهن سڀني ضرورتمندن جو خيال ڪرڻ يا انهن جي مدد ڪرڻ سان اسلامي ڀائيچاري ۾ مضبوطيءَ جو سبب پيدا ٿئي ٿو.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| رمضان | اسلامي مهينن ۾ نائون مُقدس مهينو | سربلندي | عزت، فخر |
| شوال | اسلامي مهينن ۾ ڏهون مهينو | اڻ ڳڻتيون | تمام گهڻيون |
| ڏڻ | وڏو ڏينهن، خوشيءَ جو ڏينهن | پرهيزگاري | گناهن کان بچڻ |
| قدر واري رات | عزت ۽ فضيلت واري رات | جشن | خوشيءَ جو ڏينهن |
| شڪرانو | مهرباني، احسان | هٿي وٺرائڻ | مدد ڪرڻ |
| ڀائيچارو | ڀائپيءَ جو رستو | فِطر | روزو ختم ڪرڻ |
| سُوکڙي (ج) سُوکڙيون | تحفو، نذرانو | | |

## ٢- ڪرسمس (عيد ولادت مسيح)

مسيحيت ۾ سڀ کان اهم ڏڻ ڪرسمس آهي، جيڪو يسوع مسيح جي پيدائش جي خوشيءَ ۾ ٢٥ ڊسمبر تي پوري دنيا ۾ مذهبي عقيدت ۽ احترام سان ملهايو ويندو آهي. ڪرسمس جون تقريبون گهڻا ڏينهن اڳ شروع ڪيون وينديون آهن. چار هفتا اڳ گرجاگهرن (Churches) ۾ خاص عبادتن جو سلسلو شروع ٿيندو آهي. ولادت مسيح جي حوالي سان گيت ڳايا ويندا آهن ۽ يسوع مسيح جي پيدائش جو واقعو بائيبل مُقدّس مان پڙهي ٻڌايو ويندو آهي.

ڪتاب مقدس مطابق مالڪِ حقيقيءَ طرفان پاڪ روح حضرت مقدسہ مريم وٽ آيو ۽ ان کي يسوع مسيح جي پيدائش جي خبر ڏنائين ۽ کيس ٻڌايائين تہ ”مالڪِ حقيقيءَ توکي بزرگ ڪيو آهي، توکي پاڪيزگي عطا ڪئي آهي ۽ دنيا جي عورتن مٿان توکي ترجيح ڏئي، پنهنجي خدمت لاءِ چونڊيو آهي“. ملائڪ چيو تہ ”کيس هڪ پٽ پيدا ٿيندو، جنهن جو نالو يسوع رکجانءِ“. يسوع مسيح جي پيدائش بيت لحم ۾ ٿي.

ڪرسمس جي موقعي تي ڪرسمس ڪارڊ دوستن، مٽن مائٽن ۽ ٻين مذهبن جي پوئلڳن ڏانهن بہ موڪليا ويندا آهن. پاڪستان ۾ بہ ڪرسمس احترام سان ملهايو ويندو آهي. مسيحي پنهنجي خاص عبادت ڪندا آهن. ٢٥ ڊسمبر تي عام موڪل هوندي آهي ۽ ڪرسمس جي خوشين ۾ مسيحي پنهنجي ٻين هم وطن دوستن کي بہ شريڪ ڪندا آهن.

ڪرسمس جي ڏڻ تي ڪيڪ، مٺايون ۽ مختلف ڪاڌا تيار ڪيا ويندا آهن. دعوتن جو اهتمام ڪيو ويندو آهي. عام طور تي ڪرسمس کان چار پنج ڏينهن اڳ هر گهر ۾ ڪرسمس جو وڻ سجايو ويندو آهي، جنهن جي شروعات وچئين دور ۾ جرمنيءَ ۾ ٿي هئي. هن هتراڌو وڻ کي رنگ برنگي بتين سان روشن ڪيو ويندو آهي ۽ مختلف گهنٽيون ٻه ٻڌيون ونديون آهن ۽ پاڻ ۾ سوکڙيون ٻه چونديون ونديون آهن، جن کي ڪرسمس جي وڻ هيٺان سجايو ويندو آهي ۽ سيئي سوکڙيون ۲۵ ڊسمبر تي مسيح جي پيدائش جي ڏينهن تي کوليون ونديون آهن.

مسيحي پائر دنيا جي سمورن ماڻهن سان گڏجي يسوع مسيح جي پيدائش جو ڏينهن پوري جوش، جذبي، محبت ۽ عقيدت سان ملهائيندا آهن.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- يسيوع مسيح جي پيدائش جو ڏينهن سيني مذهبن جي مڃيندڙن لاءِ اهم ۽ خوشيءَ جو ڏينهن هوندو آهي، جيڪو سيني جي زندگين ۾ خوشيون آڻيندو آهي، انهيءَ ڪري ان کي عيد جو ڏينهن چئبو آهي.
- ڪرسمس يسوع مسيح جي پيدائش جو ڏينهن آهي، جنهن کي نه صرف مسيحي پائر، پر سيني مذهبن جا ماڻهو وڏي عقيدت ۽ محبت سان ملهائيندا آهن.
- هيءُ ڏينهن ان ڳالهه جي ياد کي تازو ڪري ٿو ته هن دنيا تي مالڪِ حقيقيءَ ماڻهن جي هدايت ۽ رهنمائيءَ لاءِ سچو هادي موڪليو هو، ته جيئن ماڻهن کي مالڪِ حقيقيءَ جو پيغام پهچايو وڃي.
- ڪرسمس جي ڏينهن خاص عبادتون ڪيون ونديون آهن ۽ ان سان گڏ سيني گهرن ۾ خوشيءَ جو لقاءُ هوندو آهي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(١) يسوع مسيح ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿيو؟

(٢) مسيحي پائر هن ڏڻ ڪي ڪيئن ملهائيندا آهن؟

ب- هيٺ ڏنل عنوان تي تفصيلي نوٽ لکو:

"اسان ۽ ڪرسمس جون خوشيون"

ج- ڪرسمس جي حوالي سان هڪ مقالو تيار ڪريو. جنهن ڪي ڪلاس جي شاگردن ۽ شاگردياڻين آڏو پيش ڪريو.

د- هن سبق مان پنهنجي پسند جا ڪي ٻه نُڪتا لکو. جن ڪان توهان متاثر ٿيا هجو.

(١) ____________________

(٢) ____________________

## استادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ ڪرسمس جي مناسبت سان پنهنجن ساٿين، پنهنجن استادن ۽ گهر وارن لاءِ مختلف قسم جا ڪارڊ ٺاهين، جن ۾ نيڪ دعائون لکيل هجن.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| عقيدت | اعتقاد، دل جو ڀروسو | هٿرادو | هٿ جو ٺاهيل |
| تقريب (ج) تقريبون | ريت ۽ رسم | هادي | هدايت ڪندڙ، رهبر، اڳواڻ |
| بزرگ | وڏو، بلند، وڏي عمر وارو | لقاءُ | ديدار، درشن، ملاقات |
| اهتمام | انتظام، بندوبست | مقالو | ڪتاب جو باب، چيل ڳالهہ |

## ٣- بابا گرو نانڪ ديوجي جو جنم ڏينهن

بابا گرو نانڪ ديوجي

سڀني مذهبن ۾ مذهبي ڏڻن ۽ تقريبن کي جوش ۽ جذبي سان ملهايو ويندو آهي. سک مذهب ۾ به ان جي باني بابا گرو نانڪ ديوجي جو جنم ڏينهن نهايت ئي اهم ڏڻ آهي، جنهن کي سڀئي سک وڏي عقيدت ۽ احترام سان ملهائيندا آهن.

بابا گرو نانڪ ديوجي لاهور جي ڏکڻ اولهه ۾ ٦٤ ڪلوميٽرن جي فاصلي تي تلونڊي راءِ ڀوءِ ۾ ١٥ اپريل ١٤٦٩ع تي پيدا ٿيو، جنهن کي هاڻي ”ننڪانه صاحب“ چوندا آهن. جنهن رات بابا نانڪ جو جنم ٿيو، اها رات پُور نماشي يعني پوري چنڊ جي رات هئي. هن عظيم هستيءَ ماڻهن جي دلين ۾ مساوات، مالڪِ حقيقيءَ جي عشق ۽ روحانيت جون روشنيون ٻاريون. بابا گرو نانڪ جي تعليم جو بنيادي مقصد سماجي انصاف ۽ اخلاقي اصلاح هو.

چنڊ جي ٻارهين رات ”گرو گرنٿ صاحب جي“ جو اکنڊ پاٺ رکيو ويندو آهي. چنڊ جي تيرهين رات جو اڌ گرو گرنٿ صاحب پڙهيو ويندو آهي، جڏهن ته چنڊ جي چوڏهين رات جو ٻارهين بجي گرو گرنٿ صاحب جو ڀوڳ ڪيو ويندو آهي. پوءِ هن کي پوري ادب ۽ احترام سان آرامگاهه ڏانهن کڻي وڃبو آهي.

اکنڊ پاٺ جي تقريب ۾ ڪاڏا پچايا ويندا آهن ۽ سڀئي گڏجي کائيندا آهن. بابا گرو نانڪ ديوجي جي سالگرهه جي تقريب جي موقعي تي خوشيءَ ۾ آتش بازي به ڪئي ويندي آهي. سالگرهه جي موقعي تي تقريب ۾ شريڪ ٿيندڙن کي سک مذهب جي شروعات، واڌ ويجهه ۽ تعليم جي باري ۾ به اهم معلومات ڏني ويندي آهي، ته جيئن گرو نانڪ ديو جي جو پيغام ورجايو وڃي ۽ اهي صحيح معنيٰ ۾ ان جي پيغام تي عمل ڪري سگهن.

## سبق جو خلاصو

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- سک مذهب جا پوئلڳ بابا گرو نانڪ ديو جي جي سالگرهہ وڏي جوش جذبي سان ملهائيندا آهن.
- سک مذهب جي باني بابا گرو نانڪ جو تعلق پنجاب سان هو.
- بابا گرو نانڪ ذات پات کان هٽي، پنهنجن پوئلڳن کي برابري ۽ مساوات جو سبق ڏنو.
- سڪن وٽ بابا گرو نانڪ جو جنم ڏينهن تمام اهميت جوڳو آهي، جنهن ۾ اهي پنهنجي مذهبي ڪتاب بابا گرو گرنٿ صاحب جو ورد ڪندا آهن.

## شاگردن ۽ شاگرديائڻين لاءِ سرگرمي

### الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(ا) بابا گرو نانڪ ڪڏهن ۽ ڪٿي پيدا ٿيو؟

(٢) بابا گرو نانڪ جي ڪي بہ ٻہ تعليمون لکو.

(٣) سک مذهب جا ماڻهو بابا گرو نانڪ جو جنم ڏينهن ڪيئن ملهائيندا آهن؟

### ب- هيٺ ڏنل عنوان بابت معلومات گڏ ڪريو:

(ا) بابا گرو نانڪ جي تعليم مان گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ اقوال گڏ ڪري، چارٽ تي لڳايو ۽ ان بابت پنهنجن ساٿين آڏو پنهنجا خيال پيش ڪريو.

ج- هن سبق مان پنهنجي پسند جا ڪي ٻه ٻه نُڪتا لکو، جن کان توهان متاثر ٿيا هجو.

(ا) ________________________________________________

(٢) ________________________________________________

## استادن لاءِ هدايت

- بابا گرو نانڪ جي جنم ڏينهن جي مناسبت سان سک مذهب ۽ انهن جي رسمن بابت وڊيو (Video) ڏيکارڻ جو اهتمام ڪريو ۽ پنهنجي علائقي ۾ سک مذهب جي پوئلڳن کي جنم ڏينهن بابت ڳالهائڻ لاءِ دعوت ڏيو.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| --- | --- | --- | --- |
| جنم | ڄمڻ، پيدائش | آرامگاهه | آرام جي جاءِ |
| عظيم | اوچو، اُتم | آتش بازي | ڦٽاڪي راند، باهه جي راند |
| مساوات | برابري، همسري | ورجائڻ | موٽائي چوڻ، بيان ڪرڻ |
| يوڳ | ڳُنڍڻ، ڪاڻو | ورِد | وظيفو |

باب چوٿون

# خانداني اخلاقي قدرَ

## ١- ٻارُ: ڪائنات جو سڀ کان سُهڻو تحفو

ميڊم گيتا ڇهين ڪلاس ۾ اخلاقيات جي پيرڊ ۾ داخل ٿي. سندس هٿ ۾ ٻارن جون رنگ برنگي تصويرون هيون. هن ڪلاس ۾ سيني شاگردن ۽ شاگردياڻين کان پڇيو ته هنن تصويرن ۾ ڪهڙي خاص ڳالهه آهي؟ جواب ۾ ٻارن چيو ته ”هنن تصويرن ۾ خوش، تندرست ۽ پيارا ٻار نظر اچي رهيا آهن“.

ميڊم گيتا انهن تصويرن کي ڪارڊ بورڊ تي لڳائيندي چيو ته ٻارن جي شخصيت جي واڌ ويجهه ۾ گهر جو ماحول نمايان ڪردار ادا ڪري ٿو. گهر آرام، سڪون ۽ پناهه جي نشاني هوندو آهي. گهر ٻارن جي لاءِ پهرين سکيا جو هڪ ادارو به آهي، جتي هن کي هن دنيا بابت ۽ پنهنجي ذات جي باري ۾ شروعاتي معلومات ملڻ شروع ٿيندي آهي. گهر ٻارن جي لاءِ پهرين ۽ مستقل تجربيگاهه هوندو آهي، جتي انهن کي ذاتي تجربا به حاصل ٿيندا آهن ۽ والدين کان رهنمائي به ملندي آهي، جنهن جي روشنيءَ ۾ هو دنيا ۾ رهڻ سهڻ جي طور طريقن کان ڄاڻ حاصل ڪندا آهن.

توهان جي خيال ۾ ڇا توهان انهن سيني ڳالهين جو تجربو پنهنجي ننڍپڻ ۾ ڪيو آهي. ٻارن حيراني ۽ معصوميت وچان جواب ڏيندي چيو تہ ”استادياڻي صاحبه! اسان کي تہ ان ڳالهہ جي خبر ناهي“. ميڊم گيتا ٻارن جي حيران ٿيل منهن کي ڏسندي انهن کان پڇيو تہ ننڍپڻ ۾ توهان ڪيئن هوندا هيؤ، والدين توهان جي پيدائش جي وقت ڪهڙا احساس رکندا هئا ۽ هنن توهان جي زندگيءَ بابت ڇا سوچيو آهي؟

ٻارن کي اها سرگرمي پسند آئي. اهو طئي ٿيو تہ گهرو ڪم جي طور تي سيئي ٻار گهران گهٽ ۾ گهٽ ٻن شخصن جو انٽرويو ڪندا ۽ پنهنجي متعلق معلومات گڏ ڪري ايندڙ هفتي اخلاقيات جي پيرڊ ۾ پيش ڪندا. ميڊم گيتا ٻڌايو تہ هن سرگرميءَ کي وڌيڪ دلچسپ بنائڻ لاءِ اسان ڪلاس جا چار گروپ ٺاهينداسين، جيڪو گروپ پنهنجي ننڍپڻ بابت سٺو مقالو پيش ڪندو، ان کي اڳئين مهيني اسيمبليءَ ۾ پيش ٿيڻ جو موقعو ڏنو ويندو.

معمول مطابق اڳئين هفتي ميڊم گيتا ڪلاس ۾ آئي ۽ سرگرميءَ بابت پڇيو. هوءَ اهو ڏسي تمام گهڻو خوش ٿي تہ سيني ٻارن پنهنجي ننڍپڻ بابت ڪجهہ نہ ڪجهہ حقيقتون گڏ ڪيون آهن. هن ڪلاس جي چئن گروپن کي چيو تہ توهان مان هرهڪ گروپ هڪ ٻئي کي پنهنجي متعلق اهم ڳالهيون ٻڌائي، پوءِ سيئي ٻار گڏجي پنهنجا خيال لکن ۽ باقي گروپن جي سامهون پنهنجو مقالو پيش ڪن.

سيئي ٻار پنهنجي پنهنجي گروپ ۾ مصروف ٿي ويا ۽ گڏيل نڪتن کي ڪاغذ تي لکي تيار ڪرڻ شرع ڪيو. هن سرگرميءَ دوران ٻارن جو جوش ۽ جذبو ڏسڻ وٽان هو. ٿوري دير ۾ پنهنجا خيال پيش ڪرڻ جو وارو هو. انهيءَ ڪري ميڊم گيتا سيني ٻارن کي چيو تہ سيئي گروپ پنهنجي پنهنجي سيٽن تي ويهي رهن تہ جيئن سرگرميءَ کي اڳتي وڌائي سگهجي. ان سان گڏوگڏ ميڊم گيتا هر گروپ مان هڪ نمائندو چونڊڻ لاءِ چيو. ڪجهہ دير ۾ مقابلو شرع ٿيو ۽ پهرئين گروپ جي نمائندي پنهنجا خيال هن طرح پيش ڪيا:

## گروپ - الف

ٻارَ قدرت جو عظيم تحفو آهن.
هو پنهنجي خاندان جا تارا آهن. ٻارن جي ڪري خاندان ۾ خوشي ٻَهڪندي آهي ۽ اهي هر وقت پنهنجي چوڌاري جي ماحول ۾ خوشيون وِکيريندا آهن.
ننڍڙن ٻارن جي اچڻ سان نہ صرف انهن جا والدين، ڀائر ۽ ڀينر خيال رکندا آهن، پر خاندان جا ٻيا ماڻهو بہ انهن ٻارن تي خاص توجهہ ڏيندا آهن. جيئن تہ ٻار والدين جو وڏو سرمايو آهن، انهيءَ ڪري والدين پنهنجن ٻارن جي نگرانيءَ جو خاص خيال رکندا آهن ۽ انهن جي بنيادي ضرورتن ڪي پيار سان پورو ڪرڻ جي وس آهر ڪوشش ڪندا آهن، ڪين تعليم ۽ سٺي تربيت ڏيندا آهن، جنهن ڪري هو مڪمل شخصيت جي طور تي نروار ٿيندا آهن.
(مهرباني)

ڪلاس جي سيني شاگردن پهرئين گروپ جي شاگردن لاءِ زوردار تاڙيون وڄايون. هاڻي ٻئي گروپ جي واري هئي. انهن جي گڏ ڪيل خيالن جو تفصيل هن ريت آهي:

## گروپ - ب

ننڍڙا ٻار ڪائنات ۾ مالڪ حقيقيءَ جو تحفو آهن، جيڪي پنهنجي معصوم حرڪتن سبب سڀني جي دل خوش ڪندا آهن. انهن جي هن دنيا ۾ اچڻ سان خاندان جا سڀئي ماڻهو خوش ٿيندا آهن. ٻار ڪڏهن کلي ۽ ڪڏهن روئي پنهنجي وجود جو احساس ڏياريندا آهن ۽ صرف والدين ئي اهو سمجهندا آهن تہ ٻارن کي ڪهڙي شيءِ جي ضرورت آهي. ٻارن جي پيدائش کان اڳ ئي والدين ان ڳالهہ جي رٿابندي ڪندا آهن تہ هو انهن جي تربيت ڪيئن ڪن. انهن جون خواهشون ڪيئن پوريون ڪن. ڪهڙي اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ ۾ ڪين موڪليندا. ٻارن جي سامهون پاڻ ۾ ڪهڙيءَ طرح ڳالهہ ٻولهہ ڪندا ۽ انهن کي ڪيئن ادب سيکاريندا.

جيئن تہ ٻار انتهائي نازڪ هوندا آهن، انهيءَ ڪري خاندان جا سڀئي ماڻهو انهن جي پرورش جو خاص خيال رکندا آهن. گهر جي ماحول کي صاف سٿرو رکڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، تہ جيئن ٻار صحتمند ۽ سڀني بيمارين توڙي جيوڙن کان محفوظ رهن.

(مهرباني)

تمام سٺو... شاباس.... ميڊم گيتا چيو. ان کان پوءِ ٽئين گروپ کي اڳيان اچڻ جي دعوت ڏني. هن گروپ هن طرح پنهنجا نڪتا پيش ڪيا:

## گروپ - ج

صحتمند جسم ۾ هڪ صحتمند دماغ پرورش ونندو آهي. انهيءَ ڪري ان ڳالهه جي سخت ضرورت آهي تہ خاندان جا سڀئي ماڻهو گهر ۾ صفائيءَ جو سُٺو انتظام رکن ، جنهن سان گهر ۾ رهڻ وارن ۽ خاص طور تي ٻارن جي صحت بهتر بڻجندي. اهي تندرست هوندا ۽ صاف سُٿري زندگي گذاريندا. صفائي اڌ ايمان آهي. والدين وٽ ننڍا ٻار مالڪِ حقيقيءَ جي امانت آهن، انهيءَ ڪري انهن جي جسماني، اخلاقي، روحاني، عقلي ۽ سماجي مطلب تہ هر لحاظ سان نگراني ۽ بهتر پرورش جي ضرورت آهي. جيئن تہ ٻار ننڍڙا، نازڪ ۽ معصوم هوندا آهن، انهن کي هر واٽ تي رهنمائي ۽ هدايت جي ضرورت هوندي آهي. انهيءَ ڪري والدين وقت بوقت پنهنجن ٻارن کي انهن جي ذهني سوچ موجب پيار سان رهنمائي ڪن.

(مهرباني)

ڪلاس جا سڀئي شاگرد پنهنجي جاين تان اُٿي بيٺا ۽ تاڙين سان هن گروپ کي داد ڏيڻ لڳا. هاڻي ميڊم گيتا آخري گروپ کي اڳتي وڌڻ جي دعوت ڏني. چوٿين گروپ پنهنجا لکيل خيال ۽ معلومات هن طرح پيش ڪئي:

موجب پيار سان رهنمائي ڪن.

## گروپ - د

ڪنهن به خاندان ۾ ٻار جي پيدائش ڪنهن ڏڻ کان گهٽ ناهي هوندي. هر قوم ۽ هر سماج ۾ هن خوشيءَ جي ڏينهن کي ڀرپور انداز ۾ ملهايو ويندو آهي ۽ ان سان گڏوگڏ اهي مالڪِ حقيقيءَ جو شڪرانو پڻ ادا ڪن ٿا. هڪ ٻار جي آمد نه رڳو خاندان ۾، پر سماج ۾ هڪ پُراميد احساس ڏياري ٿي. ڇاڪاڻ ته ننڍڙا ٻار پاڻ سان گڏ هڪ حيرت انگيز دنيا کڻي ايندا آهن، جيڪا آس پاس جي هر فرد کي متاثر ڪندي آهي.

توڙي جو ٻار جي آمد سان سڀني فردن جون ذميداريون وڌنديون آهن، پر سڀئي گهر وارا انهيءَ ذميداريءَ کي خوشيءَ سان قبول ڪندا آهن ۽ اڳتي وڌي حصو وٺندا آهن ۽ وس آهر ڪوشش ڪندا آهن ته ٻارن جي هر بنيادي ضرورت کي پورو ڪيو وڃي. گهر وارا پنهنجي مذهبي عقيدن موجب ٻار جو نالو رکندا آهن، جيڪو ان جو پيدائشي حق آهي. ٻارن کي هڪ محفوظ ۽ پيار ڀريو ماحول ڏيڻ خاندان وارن جي اول ذميداري آهي، ته جيئن ٻارن جي اندر سڀئي صلاحيتون وڌي سگهن. (مهرباني)

ميڊم گيتا چئني گروپن ۽ انهن جي نمائندن سان گڏجي پنجن منٽن تائين تاڙيون وڄائي انهن کي شاباس ڏيندي رهي. اهو فيصلو ڪرڻ ڏکيو هو ته ڪهڙي گروپ سڀ کان وڌيڪ فائديمند خيال پيش ڪيا آهن، ڇاڪاڻ ته سڀني گروپن بيحد محنت ۽ تحقيق کان پوءِ اهڙو مقالو تيار ڪيو هو. انهيءَ ڪري ميڊم گيتا ۽ نمائنده ٻارن جي گڏيل راءِ کان پوءِ اهو طئي ڪيو ويو ته اهي چارئي مقالا اڳئين مهيني ٿيندڙ والدين ۽ استادن جي گڏيل ميٽنگ جي ڏينهن تي پڙهيا ويندا، جنهن ۾ والدين کي شرڪت لاءِ گهرايو ويندو.

## ٢- روزمره جي ڪم ڪار ۾ گهروارن جي مدد ۽ رهنمائي

جڏهن معاملو گهر ۽ گهر جي ماڻهن جي وچ ۾ هجي ته اسين سو سيڪڙو ان ڳالهه جي تائيد ڪنداسين ته زندگي گذارڻ لاءِ اسان کي گهر جي سيني فردن جي مدد ۽ رهنمائيءَ جي خاص ضرورت هوندي آهي ۽ اسان جون ضرورتون هڪ ٻئي جي وسيلي سان ئي پوريون ٿين ٿيون.

اسين ٿوري دير لاءِ غور ڪريون ته ڇا پنهنجي زندگي پنهنجي گهر وارن کان سواءِ گذارڻ ممڪن آهي ۽ ڇا اسان پنهنجي زندگي انهن کان سواءِ سٺي طريقي سان گذاري سگهون ٿا؟ اسان جو جواب نفيءَ ۾ هوندو. انهيءَ ڪري ان عظيم نعمت جي بدلي اسان پنهنجي پروردگار جا انتهائي ٿورائتا آهيون، جنهن اسان کي ايترو پيارو گهراڻو عطا ڪيو. جهڙوڪ: پيءُ، ماءُ، ڀاءُ، ڀيڻ، ڏاڏو، ڏاڏي، پڦي، چاچو وغيره، جيڪي هر وقت اسان جو فڪر ڪندا ۽ اسان جو خيال رکندا آهن. هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته ڇا اسان به انهن جي ضرورتن وقت انهن جي مدد ڪريون ٿا؟ انهن جو هٿ ونڊايون ٿا يا انهن جي ڪم اچون ٿا؟ توڙي جو اهي اسان کان عمر ۽ تجربي ۾ وڏيڪ آهن، پر اهي اسان جي ۽ اسان انهن جي مدد ڪري سگهون ٿا.

يقيني طور تي سڀئي شاگرد ۽ شاگردياڻيون اها ڳالهه سوچي رهيا هوندا ته اسان پنهنجي گهر وارن جي مدد ڪيئن ڪري سگهون ٿا، جنهن سان انهن جو بار گهٽ ٿئي ۽ ۽ فارغ وقت ۾ اهي اسان جي وڌيڪ رهنمائي ڪري سگهن؟ توڙي جو گهر جي ڪمن ڪارين جي فهرست تمام ڊگهي ٿئي ٿي، پر انهن مان ڪجهه ڪم سولائيءَ سان ڪري اسين پنهنجي

والدين، بزرگن ۽ ڀائرن ڀينرن جو هٿ ونڊائي سگهون ٿا. مثال طور:

- اسڪول وڃڻ لاءِ پنهنجو يونيفارم ۽ ٿيلها رات جوئي تيار ڪري رکون.
- صبح جو اٿي ناشتي کان اڳ چڱيءَ طرح هٿ منهن ڌوئي، ڏند صاف ڪريون.
- اسڪول کان واپسيءَ تي پنهنجو يونيفارم ۽ بوٽ صحيح جاءِ تي رکي ڇڏيون ته جيئن پوءِ اتان کڻڻ ۾ سولائي ٿئي.
- پنهنجي ڪاڌي جي ٽفن باڪس ۽ پاڻيءَ جي بوتل کي پاڻ ئي پنهنجي ٿيلهي ۾ رکون ۽ اسڪول کان واپسيءَ تي رڌڻي ۾ ڌوئڻ لاءِ رکون.
- گهر ۾ ڪنڊريل شين کي صحيح جڳهه تي رکڻ ۾ پنهنجي والدين جي مدد ڪريون.
- پنهنجي مطالعي جي لاءِ ٽائيم ٽيبل ٺاهيون ۽ ان تي سختيءَ سان عمل ڪريون.

حقيقت ۾ اهي سڀئي ڪم اسان جا پنهنجا ئي آهن. جيڪڏهن اسين اهي ڪم پاڻ ڪنداسين ته يقيني طور تي پنهنجي گهروارن جي مدد ڪرڻ ۾ اها اسان جي طرفان هڪ ننڍڙي ڪوشش هوندي. جنهن جي ڪري اسان پنهنجي والدين کي ٿوري خوشي ڏئي سگهنداسين ۽ پنهنجو پاڻ کي مُنَظّم ٻارن جي فهرست ۾ ٻڌائيينداسين. اصل ۾ احساس ذميداري هڪ اهڙي طاقت آهي، جيڪا اڳتي هلي اسان کي زندگيءَ ۾ هڪ بهترين انسان بنائڻ ۾ مدد ڏيندي.

## ٣- عورت مرد سان گڏ: هڪ مُثبت وِکَ

ولسن خوش ٿيندي گهر ۾ داخل ٿيو ۽ پاڻ سان گڏ چار پنج خوبصورت ۽ رنگ برنگي ڪارڊ کڻي آيو هو. گهر ۾ ايندي ئي هن پنهنجي ماءُ، ڏاڏي، ڀڄيءَ ۽ پنهنجي ننڍي ڀيڻ کي ڊرائنگ روم ۾ گڏ ٿيڻ لاءِ چيو. وڏي احترام سان هر هڪ کي ڪارڊ ڏنائين ۽ کين ٻڌايائين ته اڄ ٨ مارچ يعني عورتن جو عالمي ڏينهن آهي، جيڪو پوري دنيا ۾ وڏي جوش ۽ جذبي سان ملهايو پيو وڃي.

گهر جون عورتون رنگ برنگي ڪارڊ تي ولسن جي لکيل هٿ اکري عبارت پڙهي ڏاڍو خوش ٿيون جنهن تي خوبصورت نقش نگاري ۽ نيڪ دعائيه ڳالهين سان هر رشتي يعني ماءُ ڀڄي ۽ ڀيڻ لاءِ الڳ الڳ دعائيه ڳالهيون لکيون ويون هيون. گهر وارن ولسن جي انهيءَ ڪوشش جي ساراهه ڪئي ۽ کيس ڀاڪر پاتو ۽ دعائون ڏنيون.

ڪاڏي دوران ولسن ٻڌايو ته اڄ صبح اسيمبليءَ ۾ عورتن جي عالمي ڏينهن جي مناسبت سان استادن عورتن جي مرتبي ۽ انهن جي ڪارنامن جي موضوع تي تقريرون ڪيون. ان سان گڏوگڏ مرد ۽ عورت جي گڏيل حقن ۽ ڪردارن ، عورتن جي تعليم جي ضرورت ۽ عورتن لاءِ شهري ۽ ضلعي سطح تي سهولتن جي موضوع تي تفصيلي معلومات پيش ڪئي ۽ هن پيغام کي باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي ته گهر جي سڀني فردن جو فرض آهي ته اهي عورتن کي مذهبي، سماجي، معاشي ۽ قانوني آزادي ڏين، جيڪو سندن پيدائشي حق آهي.

تقريرن ۾ ٻڌايو ويو هو ته اڄ جي عورت نه رڳو پنهنجي گهر ۽ ٻارن جي سار سنڀال ڪري ٿي پر ملازمت جي ميدان ۾ ٻين سان گڏجي ڪم ڪري رهي آهي. پنهنجي ذات ۾

خود اعتمادي ۽ جرئتمنديءَ سبب هوءَ اڄ ڊاڪٽر، پائليٽ، انجنيئر، استاد، وڪيل ۽ جج، ايستائين جو ملڪ جي وزيراعظم جي عهدن تي به مقرر ٿيندي نظر آئي آهي. عورتن جي اها ترقي صرف ان وقت ٿي ممڪن آهي، جڏهن سماج ۾ رهندڙ سڀئي عورتون ۽ مرد هن سچائيءَ کي دل سان مڃيندا ته عورت جو ڪم صرف ٻارن جي پيدائش تائين محدود ناهي، پر ان سان گڏوگڏ هو سماج ۾ انهن سڀني مُهذّب ملازمتن جي پڻ حقدار آهي، جنهن جي ڪري سندس ذهني، جسماني، عقلي ۽ سماجي صلاحيتن ۽ طاقتن کي جِدّت ملي. اها معلومات ان وقت ڪامياب ٿي سگهندي، جڏهن سماج ۾ موجود هر شخص عورت جي عظمت کي سمجهي ۽ خاص طور تي پنهنجي گهر ۾ موجود عورتن کي اهي ئي موقعا ڏنا وڃن، جيڪي مردن کي قديم زماني کان حاصل آهن.

انهن تقريرن کان پوءِ جناب هيڊماسٽر صاحب اختتامي ڳالهه ڪندي چيو ته توڙي جو مذهب هر لحاظ سان عورتن کي آزادي ۽ حقَ ڏنا آهن، پر اسان جي سماج ۾ ڪِن پراڻن رواجن ۽ پراڻين سوچن جي ڪري عورتن کي پُٺتي رکيو ويو آهي. پوئين صديءَ ۾ عورتن جي آواز کي دٻائڻ جون تمام گهڻيون ڪوششون ڪيون ويون، پر ويهين صديءَ ۾ عالمي طور تي عورتن پنهنجا حق گهرڻ لاءِ آواز اٿارڻ شروع ڪيو آهي ته آهستي آهستي اُسريل سماج ۽ اڻ اسريل سماج به کين سندن گهربل حق ڏيڻ شروع ڪيا آهن. توڙي جو مجموعي طور تي اسان انهن جي حقن کان آگاهه آهيون، پر ان ڳالهه تي عمل ڪرڻ ۾ اڃا ٻيا مرحلا طئي ڪرڻا باقي آهن.

اڄ پنهنجي تعليم ۽ جرئت جي ڪري عورت سماج ۾ مُثبت تبديليءَ سان اهم درجو حاصل ڪيو آهي. هيءُ عالمي ڏينهن اسان کي هن ڳالهه جي ياد ڏياري ٿو ته عورتن جا حق، پوءِ اهي سماجي هجن يا معاشرتي، مذهبي هجن يا قانوني انهن حقن کي پورو ڪرڻ ۾ سماج جي سڀني فردن کي پنهنجو اهم ۽ مُثبت ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي.

# ٤- گهريلو ملازمن جو احترام

بيگم سنتوش ورانڊي ۾ گهمي رهي هئي. جڏهن سندس مُڙس ان ڪان سبب پڇيو ته چوڻ لڳي ته ”هيڏا ڪم رهيا پيا آهن. مالهي، ڊرائيور ۽ نوڪرياڻي ناهن آيا، گهر جو ڪم آءٌ اڪيلي ڪيئن ڪري سگهنديس. نه ڄاڻ ته انهن کي ايتري دير ڇو ٿي آهي ۽ اسين ڪڏهن ووٽ وجهڻ وينداسين“.

سنتوش صاحب چيو ”بيگم! توهان پريشان نه ٿيو، اهي رستي ۾ هوندا. بس ڪجهه منٽن ۾ گهر پهچي ويندا. ضرور ڪا نه ڪا ڳالهه هوندي، يا پوءِ ووٽ وجهڻ لاءِ ڊگهين قطارن ۾ بيٺا هوندا، يا پنهنجي شناختي ڪارڊ جي تصديق ڪرائي رهيا هوندا. توهان هيئن ڪريو، جو رڳو چانهن تيار ڪري وٺو. اڄ اسين ناشتي ۾ چانهن ۽ بسڪيٽن تي گذارو ڪنداسين“.

”۽ منجهند جي ڪاڌي لاءِ؟“ بيگم صاحبہ پڇيو.

”مون کي لڳي ٿو ته ڪاڌي جي وقت ڪان اڳ ۾ ئي اهي سيئي پنهنجي ڪم تي پهچي ويندا. تون ڳڻتي نه ڪر“. سنتوش صاحب چيو.

ڪجهه ئي دير ڪان پوءِ دروازي تي گهنٽي وڳي. سنتوش صاحب دروازو کوليو. ڊرائيور کي ڏسندي چيائين ته ”ادا! ڪٿي رهجي وئين، اسان ته تنهنجو انتظار ڪري رهيا هئاسين“.

ڊرائيور چيو ”سائين! آءٌ ووٽ وجهڻ ويو هئس. اُتي تمام ڊگهي قطار لڳل هئي، پر جڏهن منهنجو نمبر آيو ته پولنگ انچارج ٻڌايو ته منهنجو نالو اتي موجود ڪنهن بہ لسٽ ۾ ناهي. ان ڪري ان مون کي ويجهي علائقي واري ٻئي پولنگ بوٿ ۾ وڃڻ جي هدايت ڪئي. جڏهن آءٌ ٻئي پولنگ بوٿ ۾ پهتس ته اتان جي لسٽ ۾ منهنجو نالو موجود هو، تنهنڪري آءٌ پنهنجو ووٽ وڌو ۽ سڌو

گاڏيءَ ۾ ويهي هتي پهتو آهيان“.

بيگم سنتوش ڊرائيور کي ڏسي خوش ٿي، پر ڪيس فڪر هو ته نوڪرياڻي ۽ مالهي ڪڏهن ايندا، ته جيئن گهر جو سمورو ڪم سُني نموني سان پورو ٿي جي.

سنتوش صاحب گهرواريءَ کي مخاطب ٿيندي چيو: بيگم صاحبه! اسان کي به ته ووٽ وجهڻ لاءِ هلڻو آهي. گهڻي دير ٿي چڪي آهي. تون جلدي تيار ٿيءُ ته ڊرائيور اسان کي پولنگ اسٽيشن وٺي وڃي“.

بيگم صاحبه جواب ڏنو: ”ڪجهه دير ترسو، پوءِ هلون ٿا. نوڪرياڻي ۽ مالهي به اچن ته جيئن اهي پنهنجي گهر جو ڪم شروع ڪن“.

ڪجهه دير ڪان پوءِ سنتوش صاحب ڊرائيور کي سڏ ڪري چيو ”توهان گاڏي ڪڍو ته آءٌ ۽ بيگم صاحبه پنهنجو قومي فرض ادا ڪريون. اسان کي به ته ووٽ وجهڻ لاءِ وڃڻو آهي. گهڻي دير ٿي چڪي آهي انهيءَ ڪري توهان اسان کي انهن رستن تان وٺي هلجو، جتان ٽرئفڪ گهڻي نه هجي، جيئن اسين جلدي پهچي ووٽ وجهون ۽ گهر واپس موٽي اچون“.

ڊرائيور چيو ”سائين! پريشانيءَ جي ڪابه ڳالهه ناهي، هر هنڌ پوليس جو پهرو آهي. شهر ۾ امن امان آهي. الله سائينءَ گهريو ته اسان کي ڪابه ڏکيائي نه ٿيندي“.

ايتري ۾ نوڪرياڻي ۽ مالهي به اچي پهتا. بيگم صاحبه انهن کي گهر جا مختلف ڪم ڪار ڪرڻ جون هدايتون ڏنيون. ۽ پوءِ سنتوش صاحب ۽ سندس گهرواري گاڏي ۾ اچي ويٺا.

سنتوش صاحب بيگم صاحبه کي چيو: ”بيگم صاحبه! هاڻي ته سُک جو ساهه کڻو، نوڪرياڻي ۽ مالهي به پهچي چڪا آهن. ڪجهه ئي دير ۾ اسان به ووٽ

وجهي واپس ايندا سين. پوءِ گڏجي کاڌو کائيندا سين“.

بيگم صاحبہ چيو: ”جيڪڏهن واپسيءَ ۾ اسان کي مائٽ يا ڪي ڄاڻ سڃاڻ وارا مليا، پوءِ تہ دير ٿي ويندي، نہ تہ اسان وقت تي ئي گهر پهچندا سين“.

ڊرائيور گاڏي هلائڻ شروع ڪئي ۽ ڏهن منٽن ۾ اهي پولنگ اسٽيشن پهچي ويا. سنتوش صاحب ۽ سندس گهرواري پنهنجو شناختي ڪارڊ ڏيکاري، ووٽ وجهي واپس ٿي رهيا هئا تہ رستي ۾ سندن ملاقات مرزا صاحب سان ٿي، جيڪو پنهنجي ٻارن سان گڏ ووٽ وجهڻ آيو هو. تعارف کان پوءِ سنتوش صاحب خوش ٿيندي چيو: ”ادا! اسان جي گهر جي سيني ڀاتين بيگم صاحبہ، مالهي ۽ نوڪرياڻيءَ بہ ووٽ وجهي پنهنجو قومي فرض ادا ڪيو آهي“.

مرزا صاحب ڪيس حيرت سان ڏٺو تہ سنتوش صاحب چيو: ”مرزا صاحب! اسان پنهنجي گهر ۾ سيئي گڏجي رهندا آهيون. پوءِ توڙي آءٌ هجان يا بيگم صاحبہ، يا وري مالهي يا ڊرائيور. اسان کي قومي فرض ادا ڪرڻ سان گڏوگڏ انساني ۽ اخلاقي فرض پڻ ادا ڪرڻ لازمي آهن“.

اهي لفظ چئي سنتوش صاحب مُرڪيو ۽ بيگم صاحبہ سان گڏ گاڏيءَ ۾ ويهي گهر ڏانهن روانو ٿيو.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- مالڪِ حقيقيءَ ڪائنات جي هر شيءِ کي ڪنهن نہ ڪنهن مقصد لاءِ پيدا ڪيو آهي. انهيءَ ڪري اسان سيني تي اهو فرض لاڳو ٿئي ٿو تہ هر شيءِ جي حفاظت ڪريون.
- خاندان ۾ ٻار جي پيدائش سان هر منهن تي خوشي ٻهڪي ٿي. ٻار مالڪِ حقيقيءَ جي قدرت جو عظيم تحفو آهن. انهن جي تربيت انهن جي والدين ۽ گهروارن جو اهم فرض آهي.

- ننڍپڻ کان ئي اخلاقي ۽ روحاني تربيت ملڻ سان ٻار پنهنجي شخصيت جي اندر اهي جوهر ۽ صفتون پيدا ڪندا آهن، جيڪي انهن کي ستو ۽ نيڪ انسان بنائڻ ۾ مدد ڏين ٿيون.
- ٻار اسان سڀني جي ذميداري آهن. جڏهن ته والدين سان گڏوگڏ سماج کي به انهن جي تربيت ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي.
- گهر ۾ رهندڙ فرد خون جي رشتن جي ڪري پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن. انهيءَ ڪري هڪ ٻئي سان پيار، هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ سڀني گهروارن تي لازمي آهي.
- خاندان سان گڏوگڏ باقي سڀني ماڻهن سان محبت ۽ اخلاق سان پيش اچڻ به نهايت ضروري آهي.
- اها ڳالهه انتهائي اهم آهي ته گهرجا سڀئي ماڻهو پاڻ ۾ هڪٻئي سان گڏ پيار ۽ محبت سان رهن ۽ هڪ ٻئي سان برابريءَ جو ورتاءُ ڪن. گهر ۽ سماج ۾ مرد ۽ عورتون برابر آهن. ڪو به ڪنهن کان نه ته وڏي درجي وارو آهي، نه ئي گهٽ درجي وارو.
- گهر ۾ موجود ڪم ڪندڙ ماڻهو يا آفيس يا پاڙي ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهو مثال طور: نوڪرياڻي، مالهي، ڊرائيور وغيره، انهن سڀني سان عزت سان پيش اچڻ گهرجي.
- مالڪ حقيقيءَ هر انسان کي عزت وارو بڻايو آهي، انهيءَ ڪري اسان کي هر هڪ جو احترام ڪرڻ گهرجي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(۱) والدين ٻارن جي پرورش ڪيئن ڪندا آهن؟

(۲) ”هڪ صحتمند جسم ۾ صحتمند دماغ پرورش ڪندو آهي“ پنهنجن لفظن ۾ هن قول جي وضاحت ڪريو.

(۳) اهڙن ڏهن ڪمن جي فهرست بڻايو، جيڪي والدين پنهنجن ٻارن لاءِ سرانجام ڏيندا هجن.

(۴) توهان جي خيال ۾ عورتن کي سماج ۾ برابريءَ وارا حق ملڻ سان مُثبت تبديلي ڪيئن اچي سگهندي؟

(۵) توهان جي گهر ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهن مثال طور: ڊرائيور، مالهي ۽ نوڪرياڻيءَ وغيره سان توهان جو سلوڪ ڪيئن هوندو آهي؟

## ب- هيٺين سوالن جا تفصيلي جواب ڏيو:

(۱) ڪو اهڙو واقعو ٻڌايو، جنهن ۾ توهان ڪنهن ماڻهوءَ کي ٻئي جي بي عزتي ڪندي ڏٺو هجي. ڇا توهان جي نظر ۾ ائين ڪرڻ صحيح آهي يا نہ؟ دليلَ ڏئي سمجهايو.

(۲) اسڪول کان گهر واپسيءَ تي توهان پنهنجي گهر وارن جي ڪهڙن ڪمن ۾ مدد ڪندا آهيو؟ هڪ هفتي جي ڪمن جو تفصيل ۽ وقت لکو.

## ج- ”اخلاقي قَدرن“ جي موضوع مان پنهنجي پسند جا ڪي بہ ٻہ نُڪتا لکو جن کان توهان متاثر ٿيا هجو.

(۱) ________________________________________

(۲) ________________________________________

## استادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۾ شاگرديائڻين کي همٿايو تہ اهي گروپ ٺاهي ”عورت، مرد سان گڏ“ عنوان تي هڪ تقريري مقابلي جو اهتمام ڪن. هن مقابلي ۾ استادن ۽ اسڪول جي هيڊ ماستر کي بہ دعوت ڏين.
- شاگردن ۾ شاگرديائڻين کي همٿايو تہ اهي پنهنجي والدين سان گڏجي پنهنجي پيدائش کان هيل تائين سيني تصويرن تي ٻڌل فوٽو البم ٺاهين ۽ ڪلاس ۾ نمائش جو اهتمام ڪن.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| تَندرست | چڱو ڀلو، صحتمند | هٿ ونڊائڻ | مدد ڪرڻ، هٿي ڏيڻ |
| نمايان | ظاهر، پڌرو | رڌڻو | بورچي خانو |
| ٻهڪڻ | روشن ٿيڻ، چمڪڻ | ڪِندرِيل | ٽڙيل پکڙيل |
| سرمايو | ڌن، دولت | مُثبَت | هاڪاري، قائم ڪيل |
| رٿابندي | تجويز، خيال | وِکَ | قدم، چال |
| نازڪ | ڪمزور، ضعيف | باور ڪرائڻ | يقين ڪرائڻ |
| جيوڙو<sup>(ج)</sup> جيوڙا | جيت | مُهذّب | خوش اخلاق |
| دادُ | آفرين، واهہ واهہ | جِدّت | نواڻ |
| تائيد | حمايت، ٽيڪو | اُسريل | ترقي يافته |
| نفي | نہ ڪرڻ، انڪار | | |

# قانون جي اهميت ۽ فائدا

## ا- تعارف

قانون جي پابندي ڪرڻ انسان تي انتهائي ضروري آهي. اهي قانون ئي آهن، جيڪي اسان کي اينڌڙ پريشانين کان بچائين ٿا ۽ زندگي چڱي ريت گذارڻ ۾ اسان جي مدد ڪن ٿا.

ڪائنات جي هر شيءِ قانون جي تابع آهي. اها ڳالهه سمجهندي انسان ۽ ملڪ جي سٺي شهري هجڻ جي حيثيت ۾ اسان کي پنهنجي زندگيءَ ۾ قانون تي عمل ڪرڻ گهرجي. قانون جي پابنديءَ جي ڪري ئي قومون ڪامياب ٿينديون آهن. سيئي مذهب به اسان کي وفادار شهري بڻجڻ جو سبق ڏين ٿا.

# ٢- ٽريفڪ جي قانون جي پابندي

عاطف پنهنجي ماءُ جي دوا وٺڻ لاءِ گهران موٽرسائيڪل ڪاهي ٻاهر وڃڻ لڳو. هن پنهنجي ماءُ کي چيو ته هو ڏهن پندرهن منٽن ۾ گهر واپس اچي ويندو. سندس گهران نڪرڻ کان پندرهن منٽن کان پوءِ عاطف جو پاءُ گهر آيو. هن ماءُ کان عاطف جو پڇيو.
سندس ماءُ ٻڌايو ته هو دوا وٺڻ لاءِ ويجهي دڪان تائين ويو آهي ۽ جلدي موٽي ايندو.

عاطف جي ماءُ شام جي چانهه پي فارغ ٿي عاطف جو پڇڻ لڳي ته هو ڪڏهن گهر ايندو. جڏهن ته ڪيس هن وقت تائين گهر ۾ موجود هئڻ کپي ها. جڏهن اڌ ڪلاڪ تائين عاطف گهر نه موٽيو ته گهروارا پريشان ٿي پيا. چاڪاڻ ته دوائن جو دڪان ته سندن گهر جي ويجهو هو ۽ عاطف ته موٽرسائيڪل تي ويو هو. سندس خيريت معلوم ڪرڻ لاءِ عاطف جو پيءُ ۽ ڀاءُ ٻئي کيس ڳولهڻ لاءِ نڪري ويا.

ڪالونيءَ کان ٻاهر روڊ تي پير رکندي ئي هو حيران ٿي پيا ته روڊ جي ٻنهي طرفن کان گاڏيون بيٺل آهن. هو ڪجهه اڳتي ويا ته کين خبر پئي ته اڳيئن چوڪ تي رڪشي وارن، ٽيڪسي ڊرائيورن ۽ بس ڊرائيورن جو پاڻ ۾ جهيڙو ٿي پيو هو. ماڻهو هارن وڄائي رهيا هئا، پر هرهڪ جلديءَ ۾ هو، انهيءَ ڪري ٽريفڪ پوليس جي اشارن تي ڪو به ڌيان نه پيو ڏئي.

گرميءَ سبب بس ۾ موجود ماڻهو، جيڪي ڪمن کان ٿڪجي پيا هئا، اهي بدحواس ڏسجي رهيا هئا. اهڙيءَ طرح رڪشا ۽ ٽيڪسين ۾ موجود سوار ماڻهو به ٿڪاوٽ جي ڪري پريشان ڏسجي رهيا هئا. سندن مرضي هئي ته جلد گهر پهچجي، پر ٽريفڪ قانون جي پابندي نه

ڪرڻ سبب سيئي ماڻھو ڏيڍ ڪلاڪ تائين اتي ئي بيٺل ھڪ ٻئي تي ڪاوڙ ڪندي نظر اچي رھيا ھئا.

ھو ڪجھ اڳتي وڌيا تہ ڪين عاطف پنھنجي موٽرسائيڪل ڇڪيندي نظر آيو. اھو ڏسي سندن حوصلا وڌيا. ٿوري دير ۾ وڏيڪ پنج ٽريفڪ پوليس وارا آيا ۽ اھڙي طرح علائقي ۾ رڪيل ٽريفڪ جي سلسلي کي ختم ڪيو ويو ۽ نيٺ مسئلو حل ٿي ويو.

ھاڻي عاطف پنھنجي پيءُ ۽ ياءُ سان گڏ گھر ڏانھن روانو ٿيو. عاطف جي ياءُ پنھنجي پيءُ کان پڇيو تہ اسان ڪھڙيءَ طرح ماڻھن کي ٽريفڪ جي قانونن جي پابندي ڪرڻ لاءِ راضي ڪري سگھون ٿا. پيءُ ڪيس چيو تہ اسان کي اھا ڳالھ سمجھڻ کپي تہ سيئي ماڻھو گڏجي روڊ جي ھڪ ئي پاسي گاڏيون نہ ھلايون. ضروري آھي تہ جڏھن ساڄي طرف وارا ماڻھو پنھنجين گاڏين ۾ سوار ٿي گذرن تہ کاٻي طرف وارا ٿوري دير انتظار ڪن ۽ جيئن ئي ٽريفڪ سگنل سائي بتي ٻاري تہ اُھي اڳتي وڌن. انھن کي ان ڳالھ جو اطمينان ڪرڻ گھرجي تہ ٿوري دير کان پوءِ سندن واري ضرور ايندي.

عاطف ناراض ٿيندي چيو تہ ”جيڪڏھن ماڻھو پنھنجي واريءَ جو انتظار ڪن ھا تہ ٻن ڪلاڪن جي پريشانيءَ کان بچي پون ھا“.

”تون سچ پيو چوين“. سندس پيءُ چيو.

عاطف جي ياءُ پيءُ کان پڇيو تہ ٽريفڪ سگنل جي پابندي اسان جو وقت ڪيئن بچائي سگھي ٿي؟ سندس پيءُ ٻڌايو تہ ھر اُسريل قوم پنھنجن شھرين کان اھا گھُرَ ڪري ٿي تہ ھو ٽريفڪ جي قانونن جي پابندي ڪن. ان سان گڏ سيني شھرين کي ٽريفڪ جي قانونن جي عملي تربيت پڻ ڏني ويندي آھي ۽ گھڻن ھنڌن تي ٽريفڪ پوليس ماڻھن جي مدد ۽ رھنمائيءَ لاءِ موجود ھوندي آھي. جيڪڏھن اسين چاھيون تہ انھن بنيادي اصولن تي عمل ڪندي پنھنجن

علائقن، شهرن ۽ ملڪ کي بهتر بنائي سگهون ٿا. جنهن جي ڪري پاڻ ۽ ٻين جي زندگي آسان بڻائي سگهون ٿا ۽ پنهنجو قيمتي وقت به ٻين ڪمن لاءِ بچائي سگهون ٿا.

عاطف پنهنجي پيءُ کان پڇيو ته ”بابا! ڇا ٽريفڪ سگنل جي ڀڃڪڙي ڪندڙن لاءِ ڪو ڏنڊ لاڳو ٿئي ٿو؟“

”جي ها. پر اسان جي ڪوشش هئڻ گهرجي ته اسان سڀ گڏجي ٽريفڪ جي قانونن جي پابندي ڪريون. پنهنجا لائسن ۽ گاڏيءَ جا سڀئي ڪاغذ هميشه پاڻ سان گڏ رکون. ان کان سواءِ پنهنجو شناختي ڪارڊ ۽ گهر جي ايڊريس به پاڻ سان گڏ ضرور رکون ته جيئن اجائي پريشانين کان بچي سگهجي.

۽ سڀ کان اهم ڳالهه هي ته ننڍن ٻارن کي پنهنجي والدين يا وڏن جي رهنمائيءَ ۾ گاڏي يا موٽرسائيڪل هلائڻ جي اجازت هئڻ گهرجي، ته جيئن هو پنهنجن وڏن جي مڪمل هدايتون حاصل ڪندي، سماج ۾ لاڳو ٿيل قانون تي چڱيءَ ريت عمل ڪري سگهن“. سندس پيءُ وراڻيو.

ڳالهيون ڪندي اهي ٿئي گهر پهتا ۽ ڪالونيءَ ۾ داخل ٿيندي ئي عاطف جي ماءُ سک جو ساهه کنيو.

## ٣- ماڻهوءَ جي زندگيءَ ۾ وقت جو قدر ۽ قيمت

وقت جو قدر ۽ قيمت ڪنهن فرد جي زندگيءَ ۾ ڪيتري اهميت جوڳي هوندي آهي، ان جو هڪ مثال سمجهڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا.

فرض ڪريو ته جيڪڏهن اسان کي روزانو 86400 رپيا تحفي ۾ ملن، پر شرط اهو هجي ته رات تائين ان رقم کي سنن ڪمن ۾ استعمال ڪجي. يقيني طور اسان اها رقم سنن ڪمن ۾ ئي استعمال ڪنداسين.

اصل ۾ اهو مثال اسان جي زندگيءَ ۾ ”وقت“ (Time) بابت آهي. اسان کي قدرت جي طرفان روزانو 86400 سيڪنڊ ملن ٿا. جيڪڏهن اسان انهن کي صحيح ۽ سٺن مقصدن جي حاصل ڪرڻ لاءِ استعمال نہ ڪيو تہ جڻ تہ اسان اهو قيمتي وقت ضايع ڪري ڇڏيو، جيڪو ٻيهر ڪڏهن بہ نہ ملندو.

مقصد تہ اسان کي پنهنجي هر هڪ سيڪنڊ ۽ منٽ جي استعمال ڪرڻ تي غور ڪرڻ گهرجي. وقت جو صحيح استعمال اسان کي ڪاميابيءَ جي منزل ڏانهن وٺي وڃي سگهي ٿو، نہ تہ اسان نقصان وارن ۾ ڳڻيا وينداسين.

هڪ شاگرد جي حيثيت سان اسان پنهنجي وقت کي ڪيئن گذاريون ٿا. ان جو اسان کي خيال رکڻ گهرجي. اسان جا والدين، گهروارا، استادَ اسان کي وقت جي پابندي ۽ وقت جي صحيح استعمال جي هر وقت هدايت ڪندا رهندا آهن، تہ جيئن اسان پنهنجي زندگيءَ کي صحيح رخ ڏانهن وٺي وڃون.

مظاهر قدرت يعني چنڊ، سج، تارا انسان کي وقت جي هر لمحي کي مالڪِ حقيقيءَ جي هدايتن مطابق گذارڻ جو سبق ڏين ٿا. وقت هڪ عظيم ۽ قيمتي تحفو آهي ۽ هر شخص کي هن دنيا ۾ ان عظيم تحفي سان گڏ موڪليو ويو آهي. هاڻي جيڪڏهن اسان ان وقت کي ضايع ڪري ڇڏيو، تہ جڻ اسان مالڪِ حقيقيءَ جي ڏنل تحفي کي ضايع ڪيو. اسان جي زندگيءَ ۾ وقت جي اهميت ان لاءِ بہ وڌيڪ آهي تہ اسين سيئي گڏجي رهون ٿا. جيڪڏهن اسان وقت جي پابندي ڪنداسين تہ يقيناً پنهنجي گهر ۽ خاندان وارن جي لاءِ هڪ بهترين مثال قائم ڪري سگهنداسين.

وقت جي اهميت کي وسارڻ واري انسان کي نہ رڳو نقصان پهچي ٿو، پر اهو ترقيءَ جي واٽ ۾ پنهنجن ساٿين سان گڏ هلڻ کان پڻ رهجي وڃي ٿو ۽ ان کي ناڪاميءَ ۽ پريشانيءَ جو منهن ڏسڻو پوندو آهي. انهيءَ ڪري اسان تي لازم ٿئي ٿو تہ پنهنجن ايندڙ سالن، مهينن، هفتن، ڏينهن، ڪلاڪن، منٽن ۽ سيڪنڊن کي سٺي طريقي سان استعمال ڪريون ۽ پنهنجي ۽ ٻين جي زندگيءَ ۾ خوبصورتي پکيڙيون.

اسان کي اها عادت اپنائڻي پوندي تہ هر ڪم باقاعدگيءَ سان وقت تي مڪمل ڪريون. روزانو پنهنجن ڪمن جي فهرست ٺاهيون ۽ اڄ جو ڪم سڀاڻي تي ٽارڻ جي غلطي ڪڏهن بہ نہ ڪريون. پنهنجو روزانو جائزو وٺندا رهون ۽ وقت کي بهتر کان بهتر طور تي استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون.

## ۴- گهر ۾ قانون جي پابندي

گهر ڪنهن کي پيارو ناهي. اسان سڀني کي گهر تمام گهڻو پسند آهي. پنهنجي گهر ۾ اسان آرام ۽ سڪون سان رهندا آهيون. گهرُ هڪ طرف هي اسان کي سخت اُس، گرمي، سخت سيءَ، مينهن ۽ طوفاني هوائن کان بچائي ٿو تہ ٻئي طرف اسان کي پناهہ ڏئي ٿو جنهن جي ڪري اسين پنهجي گهر وارن سان آرام ۽ سڪون سان زندگي گذاريون ٿا.

اسان گهر ۾ ننڍا ۽ وڏا سڀئي گڏجي رهندا آهيون. انهيءَ ڪري اسان جي گهرن ۾ مختلف قاعدا ۽ قانون جوڙيا ويندا آهن، جن جي تربيت اسان کي ننڍپڻ کان ڏني ويندي آهي. اهي قاعدا ۽ قانون گهر ۾ برابري واري ماحول، پيار ۽ محبت، احساسن، سٺن اخلاقن جي تربيت سان گڏ انهن تي عمل ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا، جيڪي اڳتي هلي اسان جي ذاتي زندگي ۽ سماجي ۽ گڏيل زندگيءَ ۾ ڪارائتا ثابت ٿين ٿا.

اسان پنهنجن گهرن ۾ بيشمار قانونن کان واقف پڻ آهيون، جن ۾ وقت جي پابندي، صبح جلدي اٿڻ ۽ رات جو جلدي سمهڻ جا ادبَ، ڳالهہ ٻولهہ جا ادبَ، وڏن ۽ ننڍن سان ادب سان

پيش اچڻ جا ادبَ، گهر جي صفائي، والدين، وڏن ۽ پائرن پينرن جي مدد، ايڪي ۽ پائيچاري جا اصول، ذميداريءَ جو احساس ۽ شين کي پاڻ ۾ ورهائڻ جا ادبَ شامل آهن. انهن ادبن کي اپنائڻ سان نہ صرف هر شخص پنهنجي ذات کي سٺي طريقي سان مُنظّم ڪري سگهي ٿو، پر اها چاڻ ڪيس پنهنجي اسڪول، دوستن، پاڙي وارن، خاندان وارن، مطلب تہ سماج ۾ سيني ماڻهن سان گڏجي رهڻ ۽ ڪم ڪرڻ جي قابل بڻائي ٿي.

متي چاڻايل قاعدا ۽ قانون هر شخص کي ذاتي طور تي هڪ بهتر انسان بڻجڻ ۽ سماج ۾ هڪ ٻئي سان سٺي سلوڪ سان پيش اچڻ جي تلقين ڪن ٿا. اهي ئي اُهي روشن اصول آهن، جيڪي سيني ٻارن جي سيرت ۽ ڪردار کي جوڙڻ ۾ اهم بنياد ثابت ٿين ٿا، جن کي اسان اخلاقيات جي ڪلاس ۾ بيان ڪري رهيا آهيون.

انهن قاعدن قانونن جي ڪري گهر ۾ سڪون ۽ نظم و ضبط جو ماحول پيدا ٿئي ٿو ۽ ٻارن ۽ وڏن ۾ ذميداريءَ جو احساس پيدا ٿئي ٿو ۽ سيئي ماڻهو گڏجي ڪوشش ڪن ٿا تہ اهي وقت کي ضايع ڪرڻ کان سواءِ هڪ ٻئي جي مدد ڪن. ان کان سواءِ بُردباري ۽ رواداريءَ سان گڏوگڏ بُلند اخلاقي قدرن کي هٿي وٺرائين.

مطلب تہ گهر ۾ حاصل ڪيل تربيت جي نتيجي ۾ اسان سٺا انسان بڻجون ٿا، چاڪاڻ تہ گهر پهرين درسگاهہ آهي ۽ اتي سيکاريل قاعدن قانونن جي پيروي اسان کي پنهنجو، پنهنجي والدين ۽ خاندان جو نالو روشن ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿي.

# ۵- اسڪول ۾ قاعدن قانونن جي پابندي

اسان جو اسڪول پنهنجي علائقي جي بهترين اسڪولن مان هڪ آهي، جتي اسان سڀئي شاگرد وڏي خوشي ۽ دلچسپيءَ سان اسڪول جي نصابي ۽ غيرنصابي سرگرمين ۾ اڳتي وڌي حصو وٺندا آهيون. اسان جي اسڪول جو ساليانو نتيجو باقي ٻين اسڪولن کان بهتر هوندو آهي چو تہ اسان جا استاد ۽ والدين گڏجي ٻارن جي پڙهائي ۽ اعلیٰ تربيت لاءِ خاص ڪوششون ڪندا آهن.

اسڪول، هڪ تربيت گاهہ آهي، جنهن جي ذريعي ٻارن جي شخصيت جي سٺي تعمير ممڪن آهي، چاڪاڻ تہ اسڪول ۾ رائج قاعدن ۽ قانونن جي آگاهي ٻارن ۽ انهن جي والدين کي شروع کان ئي ڏني ويندي آهي. ان سان گڏوگڏ سڀني ٻارن کي وقت بوقت انهن قانونن جي يادگيري ۽ انهن تي عمل ڪرڻ جون هدايتون ڏنيون وينديون آهن. ان کان سواءِ اسڪول جو اسٽاف، قاعدن قانونن جي سمجهہ ۽ انهن جي جانچ پڙتال جي سلسلي ۾ ٻارن جي رهنمائي پڻ ڪندو آهي. ڪلاس دوران ۽ ڪلاس کان ٻاهر يعني اسيمبلي، رسيس ۽ موڪل جي وقتن ۾ ٻارن جي سڀني سرگرمين تي نظر رکي ويندي آهي، تہ جيئن قاعدن قانونن جي پابندي ممڪن بڻجي سگهي ۽ ڪنهن اڻوڻندڙ واقعي ظاهر ٿيڻ جا امڪان گهٽ کان گهٽ هجن. مطلب تہ اسڪول مان سٺيون عادتون سکڻ ۽ سٺي ڪردار جي جوڙجڪ جو سهرو استادن ۽ اسڪول جي انتظاميہ کي ملي ٿو، جيڪي هن ڪم کي سهڻي نموني سان سرانجام ڏين ٿا.

اها ڳالهہ تعريف جوڳي آهي تہ اسان جي اسڪول ۾ ٻارن ڪي همٿايو ويندو آهي، جڏهن اهي سيني قاعدن قانونن ڪي پورو ڪندي نظر ايندا آهن. اسان جي اسڪول ۾ شاگردن جي مڪمل حاضريءَ تي، صاف سٿرو رهڻ تي، نصابي ۽ غيرنصابي سرگرمين ۾ اعلىٰ ڪارڪردگي ڪرڻ تي، مختلف عملي سرگرميون مڪمل ڪرڻ، ماحولياتي صفائي سترائي جي عمل ۽ سماج ۾ ٻين جي مدد وغير جهڙين سرگرمين ۾ اعليٰ ڪارڪردگيءَ جو مظاهرو ڪندڙ شاگردن ۾ خصوصي سَنَدون (Certificates) ورهايون ويندايون آهن.

مون پنهنجي اسڪول ۾ ڇهين ڪلاس تائين تقريبًا ٢٢ سَنَدون حاصل ڪيون آهن، جن مان هڪ سرٽيفڪيٽ والدين جي نالي مليو، اصل ۾ انهن سرٽيفڪيٽن جي صورت ۾ اسان سيني ٻارن ڪي قاعدن قانونن جي پابنديءَ لاءِ تيار ڪيو ويندو آهي ۽ جڏهن اسان سختيءَ سان انهن اصولن تي عمل ڪندا آهيون تہ استادن ۽ اسڪول جي انتظاميہ اسان جي لاءِ وڏيڪ نوان پروگرام ۽ سرگرميون منعقد ڪندي آهي، جنهن سان اسان ڪي جسماني، عقلي، نفسياتي ۽سماجي هتي حاصل ٿيندي آهي ۽ اسان ڪي همٿايو پڻ ويندو آهي.

ڪڏهن ڪڏهن قانون ڪان لاپرواهي ڪرڻ جي صورت ۾ ٻارن جي والدين ڪي هڪ اڌ ڀيرو اسڪول ۾ پڻ گهرايو ويندو آهي، تہ جيئن والدين ڪي سندن اولاد جي انهن جي ڪوتاهين بابت ٻڌائي سگهجي. هيٺ ڏنل صورتن ۾ والدين سان ملاقات ڪرڻ لازمي هوندي آهي:

- جڏهن ٻار اسڪول ڪان غيرحاضر رهن يا اهي اسڪول دير سان پهچن.
- جڏهن ٻار صفائي نہ رکندا هجن. مثال طور يونيفارم ميرو هجي، يا وات جي صفائي، ڏندن جي صفائي، ننهن لاهڻ وغيره.
- اسڪول جي فيس وقت تي جمع نہ ٿيڻ جي صورت ۾ ٻارن بدران والدين سان ڳالهائبو آهي.
- هرهرمنع ڪرڻ جي باوجود قيمتي موبائل ۽ ٽيڪنيڪي شيون اسڪول ۾ آڻڻ جي صورت ۾ والدين ڪي گهرايو ويندو آهي.

- ڪنهن اٽوٽندڙ ڪم ڪرڻ يا ٻين شاگردن کي تڪليف ڏيڻ جي صورت ۾ جلدي انهن جي والدين کي گهرايو ويندو آهي.

اسان جا استادَ هيڊماستر ۽ اسڪول جي انتظاميہ وس آهر ڪوشش ڪندي آهي تہ اسڪول ۾ پيار ۽ محبت، خوشين سان ڀرپور ۽ دوستاڻو ماحول قائم رکيو وڃي، جنهن جي ڪري سيئي شاگرد نہ صرف جسماني، پر جذباتي، نفسياتي، عقلي، سماجي ۽ معاشرتي لحاظ سان صحتمند ۽ لائق بڻجن.

## ٦- پاڙيسريءَ جا حقَ ۽ قانون

هن ڌرتيءَ تي انسان مالڪِ حقيقيءَ جو نمائندو آهي. ان حيثيت سان دنيا ۾ رهندڙ هر انسان سان ان جو فطري جذبو ۽ ناتو آهي. اهو ناتو مضبوط ۽ طاقتور انهيءَ وقت ٿيندو، جڏهن اسان جي چوڌاري رهندڙ ماڻهو اسان مان خوش هجن ۽ اسان جي ذات مان انهن کي ڪا تڪليف يا پريشاني نہ ملي.

اسان جي پاڙي وارن جو تعلق اسان کان پنهنجي خاندان ۽ مائٽن کان وڌيڪ گهاٽو آهي. ڇاڪاڻ تہ اهي اسان جي ڏک سُک جا ساٿي آهن ۽ جڏهن ڪا بہ مشڪل گهڙي ايندي آهي تہ اهي هميشہ مدد لاءِ تيار رهندا آهن. توڙي جو پاڙي وارن سان اسان جا تعلقات سماجي سطح تي هوندا آهن، پر گهڻي ڀاڱي اهو ناتو خانداني صورت اختيار ڪندو آهي. مقصد تہ جهڙيءَ طرح اسان پنهنجي خاندان وارن جو خيال رکندا آهيون، ساڳيءَ طرح اسان کي پنهنجي پاڙي وارن جو بہ خيال رکڻ گهرجي. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ اسين جهڙي زندگي گذارڻ پسند ڪريون ٿا، اهڙي زندگي گذارڻ جا حق پاڙي وارن کي بہ ڏيڻ گهرجن.

اسان جي هر ممڪن ڪوشش هئڻ گهرجي تہ اسان جي ذات ڪان ڪنهن کي تڪليف نہ پهچي. اسان پنهنجي زبان مان ڪنهن لاءِ بري ڳالهہ نہ چئون ۽ پاڙي وارن سان اهڙي ئي محبت ۽ خلوص سان پيش اچون، جيئن اسان پين سان پيش ايندا آهيون.

گهڻي ڀاڱي اسان پنهنجي خوشيءَ جي موقعي تي پنهنجن پاڙي وارن کي وساريندا آهيون، جيڪو هڪ غيراخلاقي ڪم آهي. پنهنجي خوشين ۾ انهن کي شامل ڪرڻ اسان جي پهرين ذميداري آهي. اها ڳالهہ بہ ڏسڻ ۾ ايندي آهي تہ اسان پنهنجي گهرن جي صفائي ڪرڻ کان پوءِ گند ڪچرو پاڙي وارن جي گهرن اڳيان اڇلائيندا آهيون، جن سان انهن کي تڪليف ٿيندي آهي. وڏي آواز ۾ گانا ٻڌڻ يا ڏاڍيان ڳالهائي، پاڙي وارن جي آرام ۽ سڪون ۾ رنڊڪ پيدا ڪرڻ، نهايت غيرمناسب ڪم آهي. اهي ننڍيون ننڍيون ڳالهيون ڪنهن وقت جهيڙي جهتي جو سبب بڻجن ٿيون، جيڪي اڻوڻندڙ ڪم آهن. انهيءَ ڪري اسان کي انهن سڀني ڪمن کان پري رهڻ گهرجي.

هر مذهب پنهنجي پوئلڳن کي سڀني سان سٺي سلوڪ سان پيش اچڻ جي تلقين ڪري ٿو، جنهن مان مراد هي آهي تہ پاڙي وارن سان خوش دليءَ سان پيش اچجي ۽ انهن کي پنهنجي خوشين ۾ شامل ڪيو وڃي. ضرورت جي وقت انهن جي مدد ڪئي وڃي ۽ ڏکئي وقت ۾ انهن جو ساٿ ڏنو وڃي. سٺو پاڙيسري مالڪِ حقيقيءَ جي نعمت کان گهٽ ناهي، البت انهن جو احترام ۽ خيال رکڻ اسان سڀني جو اخلاقي ۽ سماجي فرض آهي.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- قاعدن قانونن جي پابنديءَ جي ڪري اسين ايندڙ پريشانين ۽ مسئلن کان بچي سگهون ٿا.
- هن ڪائنات جي هر شيءِ پنهنجي ناهيندڙ جي حڪم جي تابع آهي.
- زندگي مالڪِ حقيقيءَ جو عظيم تحفو آهي. ان کي وڏي احتياط ۽ خوشيءَ سان گذارڻ گهرجي.

- گھر ۾ مختلف قاعدا ۽ قانون جوڙيا ويندا آهن، جن جي تربيت اسان کي ننڍپڻ کان ڏني ويندي آهي.
- ٻارن جي سيرت ۽ ڪردار جي جوڙجڪ ۾ والدين ۽ استاد اهم ڪردار ادا ڪن ٿا.
- سماج انهن ماڻهن کي عزت جي نگاهه سان ڏسي ٿو، جيڪي قاعدن قانونن جي پابندي ڪندا آهن ۽ ان جي ڪري اهي گهر، پاڙي، دوستن ۽ اسڪول يا ڪاليج ۾ عزت حاصل ڪندا آهن.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(ا) توهان جي خيال ۾ ٽريفڪ جي قانونن جي پابندي نہ ڪندڙن کي ڇاڻ ڪيئن ڏئي سگهجي ٿي؟

(٢) گهر ۾ قانون ٽوڙڻ جي صورت ۾ ڪهڙا مسئلا پيش ايندا؟

(٣) پاڙي وارن سان سٺا لاڳاپا رکڻ لاءِ ڪهڙين اهم ڳالهين جو خيال رکڻ ضروري آهي؟

(٤) اسڪولن جو يونيفارم ڇا جي نشاندهي ڪري ٿو؟

### ب- هيٺين سوالن جا تفصيلي جواب ڏيو:

(ا) توهان جي خيال ۾ قاعدن قانونن جي موضوع تي قدرت جون جوڙيل شيون ڪهڙيءَ طرح رهنمائي ڪن ٿيون؟ گهٽ ۾ گهٽ پنجن مثالن جي مدد سان وضاحت ڪريو.

(٢) پنهنجو تنقيدي جائزو وٺندي هيٺ ڏنل فهرست متعلق وضاحت ڪريو تہ توهان قاعدن قانونن جي پابندي ڪهڙيءَ ريت ڪندا آهيو؟

ا- گهر جي قاعدن قانونن ۽ نظم و ضبط جي پابندي

٢- اسڪول جي قاعدن قانونن ۽ نظم و ضبط جي پابندي
٣- راند دوران ميدان ۾ قاعدن قانونن ۽ نظم و ضبط جي پابندي

ج- انهن قاعدن قانونن جي پابنديءَ بابت پنهنجي پسند جا ڪي ٻه ٻُڪتا لکو جن ڪان توهان متاثر ٿيا هجو.

(ا) ________________________________

(٢) ________________________________

## استادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگردياڻين ڪي همٿايو تہ اهي چارٽ تي گهڙيءَ جي تصوير ٺاهي پوري ڏينهن ۾ ٽيندڙ سرگرمين ڪي ڪلاڪن جي حساب سان لکن ۽ ان ڳالهہ جو جائزو وٺن تہ کهڙين سرگرمين تي هنن وڌيڪ وقت ورتو آهي ۽ ڇو ورتو آهي.
- شاگردن ۽ شاگرديانڻين ڪي ان ڳالهہ تي راضي ڪيو وڃي تہ هو پنهنجي والدين سان گڏجي پنهنجي علائقي ۾ موجود ٽريفڪ سگنل جو مشاهدو ڪن ۽ ان ڳالهہ جو جائزو وٺن تہ ماڻهو ٽريفڪ جي قانونن جي پابندي ڪن ٿا يا نہ. پنهنجا تاثر هڪ مختصر رپورٽ جي صورت ۾ لکو.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| تابع | فرمانبردار، مطيع، پابند | آڌاريل | تيڪ ڏنل، سڌاريل |
| فارغ | واندو، ڪم کان سواءِ | ضايع | اجايو زيان |
| ڌيان | خيال، ويچار، سوچ | ڪارائتو | ڪم وارو، مُفيد |
| بدحواس | گهبرايل، حيران، پريشان | پيروي | تابعداري، فرمانبرداري |
| ڀڃڪڙي | خلاف ورزي، انحرافي | رائج | هلندڙ جاري |
| سَيّارو (ج) سَيّارا | سير ڪندڙ تارو | اسٽاف | عملو، ڪاتي جا ملازم |
| مَدار | گردش جي جاءِ | ٽيڪنيڪي | صنعت سان واسطو رکندڙ |
| نباتات | زرعي پيدائش، سبزي | | |

# اَدبَ

سماج ۾ ماڻهن جي سڃاڻپ انهن جي ادبن، طور طريقن ۽ ڪردار جي ڪري ٿئي ٿي. سٺا ادب اپنائيندڙ شخص نه صرف سٺي شخصيت جا مالڪ نظر ايندا آهن، پر سڀ ماڻهو انهن کي پسند به ڪندا آهن ته انهن جي عزت به ڪندا آهن.

سٺين عادتن جي شروعات سدائين گهرن مان پيدا ٿيندي آهي. گهر اسان جي شروعاتي تربيت گاهه آهي. اتان ئي اسان کي اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ ۽ ڳالهه ٻولهه جا ادب نه صرف سيکاريا ويندا آهن، پر عملي طور تي سرانجام ڏيڻ جو موقعو به ملندو آهي. اصل ۾ سٺا ادبَ ۽ عادتون هڪ خوشبوءِ وانگر آهن، جن جو هُڳاءُ تمام پري تائين پکڙجندو آهي ۽ چوڌاري سمورو ماحول خوشبوءِ سان واسجي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح خراب عادتون ڪوئلي وانگر هونديون آهن. ڪير انهن کان ڪيترو به بچڻ گهري، پر ڪٿي نه ڪٿي ان جو داغ ڪردار تي لڳي ويندو آهي. اهڙن خراب ادبن کي نه ته ماڻهو ۽ نه ئي سماج پسند ڪندو آهي ۽ اهڙي شخص لاءِ عزت به ناهي هوندي. انهيءَ ڪري اها ڳالهه انتهائي ضروري آهي ته اسان پنهنجي زندگيءَ ۾ ننڍپڻ کان ئي والدين ۽ استادن جي رهنمائيءَ ۾ سٺا ادبَ ۽ سٺيون ڳالهيون سکون ۽ انهن کي زندگيءَ جو حصو بڻايون.

# ١- کاڌي پيتي جا ادبَ

## (الف) ضرورتمند ماڻهن ۾ کاڌي پيتي جون شيون ورهائڻ

هر مذهب پنهنجي مجيندڙن کي ٻين سان نيڪي ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو. مذهب ۾ ذڪر ٿيل اخلاقي اصولن مان هڪ اصول غريبن، مسڪينن ۽ ضرورتمندن جي مدد ڪرڻ آهي. مالڪِ حقيقيءَ اسان سيني کي گهڻين نعمتن سان نوازيو آهي. انهن بيشمار نعمتن مان ڪجهه نعمتون ٻين کي ورهائڻ سان انسان مالڪِ حقيقيءَ جي ويجهو ٿي سگهي ٿو.

جن ماڻهن کي مالڪِ حقيقيءَ مال ۽ رزق ۾ گهڻائي عطا ڪئي آهي، انهن مٿان واجب آهي ته ضرورت کان وڌيڪ شيون ٻين ماڻهن ۾ ورهائين، ته جيئن ٻانهن جي مدد جي ڪري مالڪِ حقيقيءَ جو راضپو حاصل ٿي سگهي.

سيني نعمتن مان رزق هڪ اهڙي نعمت آهي، جيڪا انسان کي اعلىٰ درجي کان ادنىٰ درجي تائين پهچائي سگهي ٿي. رزق يعني کاڌي پيتي جون شيون وقت تي نه ملڻ ڪري انسان به ڪجهه وقت حيوان جهڙو رويو اختيار ڪندو آهي. اها ڳالهه چٽي آهي ته دنيا ۾ موجوده مخلوق لاءِ رزق مُقدّر آهي ۽ ان جو ڪو به نعم البدل ناهي.

ضرورتمندن ۾ کاڌو ڪيئن ورهائجي؟ ان ڪم کي اسان هڪ مثال سان سمجهائڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

هڪ ڀيري جي ڳالهه آهي تہ رسول الله ﷺ وٽ هڪ مهمان آيو. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ ڪير آهي، جيڪو هن مهمان کي کاڌو کارائي؟ هڪ صحابيءَ مهمان کي کاڌو کارائڻ جي ذميداري قبول ڪئي. هو پنهنجي گهر ويو ۽ زال کان پڇيائين تہ گهر ۾ کاڌي لاءِ ڪجهه آهي؟ زال چيس تہ ٻارن لاءِ ٿوري ماني پئي آهي، جيڪا هنن اڃا ناهي کاڌي. هن زال کي چيو تہ رسول الله ﷺ جو مهمان آهي. ان کي کاڌو کارائڻو آهي. انهيءَ ڪري تون ٻارن کي ٻُڪيو سمهاري ڇڏ. جيئن ئي اسان کاڌو کائڻ ويهون تہ تون ڏيئو وسائي ڇڏجانءِ ۽ وات مان کاڌو کائڻ جو رڳو آواز ڪيجانءِ، تہ جيئن مهمان سمجهي تہ اسان بہ ان سان گڏ کائي رهيا آهيون. هن جي زال ائين ئي ڪيو. ايستائين جو اونداهيءَ ۾ مهمان ڍؤ ڪري کاڌو کاڌو. مالڪِ حقيقيءَ کي صحابيءَ ۽ سندس زال جي اها سخاوت ڏاڍي پسند آئي.

ڏيان جوڳي ڳالهه آهي تہ ضرورت جي وقت اسان کي پنهنجي ذات ۽ پنهنجي ضرورتن کي پاسيرو رکندي ٻين جي مدد ڪرڻ لاءِ اڳرو رهڻ گهرجي.

## (ب) کاڌو کائڻ دوران ڳالهائڻ کان پاسو ڪرڻ

کاڌي کائڻ جي ادبن ۾ سڀ کان ضروري ڳالهه هيءَ آهي تہ دسترخوان تي ويهندي ئي کاڌو آرام سان چٻاڙي صحيح طريقي سان کاڌو وڃي. اجائي ڳالهين کان پاسو ڪيو وڃي. ڪي ماڻهو کاڌو کائڻ دوران اجايو بحث ڪندا رهندا آهن، جنهن جي ڪري وقت جو زيان ٿيندو آهي ۽ خاص طور تي کاڌي جو مزو بہ ختم ٿي ويندو آهي. جنهن کاڌي لاءِ انسان ڏينهن رات

محنت ڪري ٿو. جيڪڏهن اهوئي کاڌو کائڻ وقت سندس ڌيان دنياوي ڳالهين ۾ انساني جهيڙن ڏانهن ٿئي ته اهڙي کاڌي کائڻ ۾ ڪهڙو مزو؟

ڪڏهن ڳالهائڻ دوران اسان گراهه کي صحيح طور چٻاڙيندا ناهيون. گراهه معدي جي نالي ۾ يا معدي وٽ پهچي هضم به ناهي ٿيندو، جنهن جي ڪري پريشاني ٿيندي آهي. انهيءَ ڪري ضروري آهي ته اسان کاڌو کائڻ وقت ڳالهائڻ کان پاسو ڪريون. کاڌي کان پوءِ بحث مباحثو ڪرڻ سان کاڌي هضم ٿيڻ ۾ مدد ملي سگهندي. پر کاڌي کائڻ وقت خاموش رهجي ۽ جيڪو کاڌو اسان اڳيان موجود آهي، ان کي مالڪِ حقيقيءَ جي نعمت ڄاڻي اطمينان سان کائڻ گهرجي ان کائڻ ۾ مزو به ايندو.

## (ج) کاڌي چٻاڙڻ جا ادبَ

مارٽن کاڌو کائيندي اوچتو کنگهڻ لڳو ته گهر وارا پريشان ٿيا ۽ سڀني کاڌي کائڻ کان پنهنجا هٿ روڪي ڇڏيا. مارٽن جي ماءُ جلديءَ ۾ مارٽن جي هٿ ۾ پاڻيءَ جو گلاس ڏنو ته جيئن ڪيس نڙيءَ ۾ گراهه ڦاسي نه پوي. مارٽن پاڻي پيتو، پر کنگهه ٻيهر شروع ٿي وئي. مسلسل کنگهڻ جي ڪري مارٽن ٿڪجي پيو. گهر وارا سوچي رهيا هئا ته جيئن ئي مارٽن جي کنگهه ختم ٿي، ته هو پنهنجو کاڌو پورو ڪندو، ڇاڪاڻ ته ڪجهه ڏينهن کان راند جي مقابلي جي تياريءَ جي ڪري هن صحيح طور تي کاڌو ناهي کاڌو. جلديءَ ۾ کاڌو کائي، راند جي مشق لاءِ هليو ويندو آهي.

جڏهن پنجن ستن منٽن تائين سندس ڪنگهه نه ختم ٿي ته گهر وارا مارٽن کي ٻئي ڪمري ۾ وٺي ويا. سندس ماءُ کيس ڪنگهه جي دوا پيئاري ۽ مارٽن جي پيءُ کيس آرام ڪرڻ لاءِ سمهاريو. ڪجهه دير کان پوءِ ان جي ڪنگهه ختم ٿي ۽ مارٽن سُک جو ساهه کنيو.

مارٽن جي پيءُ زال کان پڇيو ته ”اوچتو مارٽن جي طبيعت ڪيئن خراب ٿي؟ ڇا ان کان اڳ ڪڏهن ائين ٿيو آهي ڇا؟“ هن جواب ڏنو ته مارٽن کي ايتري سخت ڪنگهه ان کان اڳ ته ناهي ٿي. اصل ۾ مارٽن ڪيترن ڏينهن کان کاڌو تڪڙ ۾ کائيندو آهي، جنهن ڪري گراهه صحيح طور تي چٻاڙجندو ناهي. ان کي سمجهايو ويو آهي ته ائين ڪرڻ سان کاڌي مان سَواد نه ايندو ۽ نه ئي کاڌو صحيح طور تي معدي ۾ پهنجي جاءِ وٺندو. تڪڙ ۾ بنا چٻاڻ جي کاڌو هضم ٿيڻ ۾ وقت وٺندو آهي، جنهن ڪري بُک به ناهي لڳندي ۽ معدو خراب رهڻ جي شڪايت پڻ رهندي آهي.

هن پنهنجي مڙس کي چيو ته هو به مارٽن کي سمجهائي، ته جيئن ٻيهر اهڙي طرح جي پريشانيءَ جو منهن نه ڏسڻو پوي. پيءُ جيئن ئي مارٽن کي سمجهائڻ لاءِ ويو ته مارٽن اڳ ۾ ئي پنهنجي ماءُ کان معافي ورتي ۽ وعدو ڪيائين ته آئنده هو سندس ڳالهه تي عمل ڪندو ۽ راند جي مقابلي يا ڪنهن ٻئي ڪم لاءِ وڃڻ وقت کاڌي کائڻ ۾ تڪڙ نه ڪندو. سندس والده ڏاڍو خوش ٿي ۽ مارٽن کي آرام ڪرڻ جي هدايت ڪئي.

## (د) ڪاڏي جو زيان: ناشڪريءَ جي نشاني

مالڪِ حقيقيءَ انسان کي بيشمار نعمتن سان نوازيو آهي. انهن عظيم نعمتن مان هڪ رزق آهي، جنهن کي اسان سيئي خوراڪ جي صورت ۾ ڪائيندا آهيون. انهيءَ خوراڪ جي ڪري انسان تندرست ۽ صحتمند رهي ٿو. صحتمند رهڻ جي ڪري هو دنياوي ۽ مذهبي سيني ڪمن ۾ اڳتي وڌي حصو وٺي ٿو. انسان جي حيثيت سان اسين سڀ مالڪِ حقيقي جي ڏنل سيني نعمتن جو شڪر ادا ڪريون ٿا ته پوءِ اسين چاجي ڪري ڪاڏي پيتي جي شين کي ضايع ڪريون ٿا. عام طور تي جڏهن اسان جي گهرن ۾ خوراڪ جي گهٽائي هوندي آهي ۽ اسين ان کي ضايع ڪندا آهيون ته جڻ ته اسين ان نعمت جي ناشڪري ڪندا آهيون.

مالڪِ حقيقيءَ هن خوبصورت ڪائنات ۾ موجود هر شيءِ کي انسان جي تابع ڪيو آهي، ته جيئن هو مالڪِ حقيقيءَ کي سڃاڻي سگهي ۽ پنهنجي مقصد جي ڄاڻ حاصل ڪري سگهي. پر مالڪِ حقيقيءَ جي نعمتن کي ضايع ڪرڻ، ناشڪري ۽ احسان فراموشي آهي، انهيءَ ڪري اسان کي پنهنجن گهرن ۾ ان ڳالهه جو ضرور خيال رکڻ گهرجي ته اسان شين کي ضرورت مطابق استعمال ڪريون ۽ مال ۽ خوراڪ جيڪا گهٽي هجي ته اها ٻين ۾ ورهائي ڇڏيون.

انسان جي افضل هئڻ جو بنيادي شرط اهو آهي ته هو پاڻ سان گڏوگڏ ٻين انسانن جي باري ۾، انهن جي ضرورتن جي باري ۾ سوچي ۽ جيتري تائين ممڪن هجي، ٻين جي مدد ۾ اڳڀرائي ڪري حصو وٺي. هونئن ته خيال رکڻ جي موضوع تي بيشمار مثال موجود آهن. پر هڪ مثال سعودي عرب جي هڪ علائقي بابت آهي، جتي هڪ خاندان پنهنجي گهر جي اڳيان هڪ

ريفريجريٽر (refrigerator) لڳايو، تہ جيئن ان علائقي ۾ چوڌاري گھرن ۾ جن وٽ ڪاڌي پيتي جون شيون گھٽيون هجن، يا جيڪو ڪاڌو انهن پچايو آهي، اهو ضرورت کان وڌيڪ هجي تہ هو ان ريفريجريٽر ۾ رکي ڇڏن، تہ جيئن ضرورتمند يا اهي فقير، جن وٽ ڪاڌي لاءِ ڪجهہ بہ نہ هجي، اهي هن سهولت مان فائدو حاصل ڪن. يقينًا اهو ڪم ساراهہ جوڳو آهي. ان سلسلي ۾ هڪ اهم ڳالهہ هيءَ بہ آهي تہ ڪاڌي پيتي جي شين لاءِ ماڻهن اڳيان هٿ نہ ڊگھيڙجن. اهي ماڻهو، جيڪي مالدار آهن، جن کي مالڪِ حقيقيءَ گھڻو ڪجهہ ڏنو آهي، اهي ضرورتمندن جي مدد لاءِ پاڻ کي پيش ڪن. اهي عادتون نہ صرف گھر جي وڏن لاءِ آهن، پر ٻارَ بہ ننڍپڻ کان اپنائين، تہ جيئن اهي هميشہ ٻين بابت فڪرمند رهن ۽ پنهنجا فرض ادا ڪن. اصل ۾ اهي سيئي فرض اسان سيني انسانن تي پهرئين ڏينهن کان ئي لاڳو ڪيا ويا هئا تہ جيئن اسان پاڻ سان گڏ ٻين جي ضرورتن کي محسوس ڪريون ۽ انهن جي سار سنڀال لهون.

## (ھ) هٿ ڌوئڻ جا ادبَ

اسان جي اسڪول ۾ ”هفتہ صفائي“ جي سلسلي ۾ اڄ پهريون ڏينهن ملهايو ويو، جنهن ۾ اسڪول جي سيني ٻارن ۽ استادن ڪان سواءِ ٻئي عملي کي صحت ۽ صفائيءَ بابت ڄاڻ ڏني وئي. مختلف ڪلينڪن جي ڊاڪٽرن ۽ نرسن کي پڻ گهرايو ويو هو تہ جيئن هو ٻارن کي سٺي صحت جي اصولن بابت ڄاڻ ڏئي سگهن.

اڄ جو عنوان ”هٿ ڌوئڻ جي ادبن“ بابت هو، جنهن ۾ سيني شاگردن کي هن موضوع بابت ڄاڻ ڏيڻ سان گڏوگڏ پريڪٽس (عملي مشق) پڻ ڪرائي وئي، تہ جيئن اُهي سنا ادبَ اپنائين ۽ بيمارين کان پري رهن.

ڊاڪٽر احمر چهين ڪلاس ۾ داخل ٿيندي ئي سيني شاگردن ۽ شاگردياڻين کان وڏي آواز ۾ هڪ سوال پڇيو ”توهان جي خيال ۾ هٿن جي صفائي ڇو ضروري آهي؟“ هن وڌيڪ سوال ڪندي چيو تہ ”جيڪڏهن هٿ صاف نہ هجن تہ ان جا ڪهڙا نقصان ٿي سگهن ٿا؟“ سيني شاگردن ۽ شاگردياڻين پنهنجي تجربي مطابق جواب ڏنا جن کي ڊاڪٽر احمر غور سان ٻڌي شاباس ڏني. پوءِ تفصيل سان هر ڳالهہ کي ورجايو تہ جيئن ٻار ان کي ياد ڪن.

ڊاڪٽر احمر چيو تہ پنهنجي پوري ڏينهن جي لاڳاپيل ڪمن ۾ اسان ماڻهن سان ملندا آهيون. انهن سان هٿ ملائيندا آهيون. شيون ڪٽندا ۽ رکندا آهيون. راند روند ۾ حصو وٺندا آهيون. مطلب تہ پورو ڏينهن مٽيءَ سان اسان جو منهن، هٿ ۽ پير ميرا ٿيندا آهن ۽ انهن تي جيوڙا لڳندا آهن. انهيءَ ڪري جيتري قدر ممڪن هجي، اسان کي پنهنجي منهن، هٿن ۽ پيرن جي صفائيءَ جو

خيال رکڻ گهرجي. ڊاڪٽر صاحب چيو تہ ”Clean hands lead to safe life“ يعني هٿن جي صفائي محفوظ زندگيءَ جي ضمانت آهي.

ڪلاس مان هڪ ڇوڪري پڇيو ”ڊاڪٽر صاحب! اسان کي پوري ڏينهن ۾ ڪيترا ڀيرا هٿ ڌوئڻ گهرجن؟“ ڊاڪٽر صاحب مُرڪندي جواب ڏنو: ”جڏهن اوهان محسوس ڪريو تہ توهان جا هٿ صاف ناهن تہ پوءِ انهن کي ڌوئو. هونئن تہ ڏينهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ چار پنج ڀيرا هٿ ڌوئڻ لازمي آهي. خاص طور تي کاڌو کائڻ کان اڳ ۽ کاڌو کائڻ کان پوءِ پنهنجن هٿن کي چڱيءَ طرح ڌوئجي. ان کان سواءِ ليٽرين مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ بہ هٿن کي چڱيءَ طرح ڌوئڻ لازمي آهي“.

ڊاڪٽر صاحب وڌيڪ چيو تہ توهان مان اهي ٻار، جن جي گهرن ۾ پالتو جانور ۽ پکي آهن ۽ هو انهن سان کيڏندا هجن تہ کيڏڻ کان پوءِ پنهنجا هٿ ضرور ڌوئن. پاڻ سان گڏ پالتو جانورن ۽ پکين جي صفائيءَ جو بہ خاص خيال رکجي.

ڊاڪٽر صاحب وڌيڪ ٻڌايو تہ جيڪڏهن ڪو زخم لڳي يا زخم تي دوا لڳائجي تہ ان کان پوءِ بہ هٿن کي چڱيءَ طرح ڌوئجي. ننهن ڪٽڻ کان پوءِ بہ هٿن کي چڱيءَ طرح ڌوئجي، تہ جيئن جيوڙا ننهن جي اندر نہ رهجن.

ڊاڪٽر صاحب آخر ۾ سوال پڇندي چيو تہ ”هٿ ڪيئن ڌوئڻ گهرجن؟“ پوءِ پاڻ ئي جواب ڏيندي چيائين تہ هٿن کي صابڻ لڳائي لڳ ڀڳ 10 يا 12 سيڪنڊن تائين چڱيءَ طرح رڳڙيو پوءِ صاف پاڻيءَ سان چڱيءَ ريت ڌوئو. جيڪڏهن ممڪن هجي تہ هلڪو گرم پاڻي استعمال ڪريو، تہ جيئن هٿن ۾ جيوڙن جي رهڻ جو خطرو نہ ٿئي. پوءِ صاف ٽوال سان هٿن کي خشڪ ڪريو.

انهن سڀني هدايتن کان پوءِ ڊاڪٽر احمر ۽ ان جي عملي ٻارن ۾ صابڻ جي هڪ هڪ ننڍي ٽڪي ورهائي ۽ هڪ پرچي ڏيندي چيو تہ اڄ جن اهم ڳالهين تي اسان ڳالهہ ٻولهہ ڪئي آهي، انهن مان ڪجهہ ڳالهيون هن پرچيءَ تي لکو تہ جيئن توهان پنهنجي والدين سان ان بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪري سگهو.

آخر ۾ ڊاڪٽر احمر ۽ ان جو عملو ”مهرباني“ چوندي ڪلاس مان ٻاهر نڪري هليو ويو.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- سماج ۾ ماڻهن جي سڃاڻپ سندن ادب يعني طور طريقي ۽ ڪردار سان ٿئي ٿي.
- گهر اسان جي شروعاتي تربيت گاهه آهي، جتي سٺن ادبن جي پرورش ڪئي ويندي آهي.
- جن ماڻهن کي مالڪِ حقيقيءَ رزق ۾ گهڻائي عطا ڪئي آهي، انهن تي واجب آهي ته هو ٻين ماڻهن ۾ رزق کي ورهائين.
- کاڌي کي آرام سان چٻاڙڻ ۽ صحيح طريقي سان کائڻ گهرجي.
- مالڪِ حقيقيءَ جي ڏنل شين جو تمام گهڻو شڪر ادا ڪرڻ گهرجي.
- صحت جي حفاظت جي اصولن تي عمل ڪندي، صفائيءَ جو خاص خيال رکڻ گهرجي.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

### الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(١) مالڪِ حقيقيءَ جو شڪر ادا ڪرڻ لاءِ ڪهڙا طريقا آهن؟

(٢) گهرن ۾ بچيل کاڌي کي اسان ڪهڙيءَ طرح سان ضايع ٿيڻ کان بچائي سگهون ٿا؟

(٣) اسان جي لاءِ وچٿري غذا ڇو ضروري آهي؟

(٤) کاڌي کان اڳ ۽ پوءِ هٿ ڌوئڻ ڇو ضروري آهن؟

(٥) صحت جي حفاظت بابت ڪي ٻه ٽي تدبيرون لکو.

(٦) توهان جي خيال ۾ کاڌو چٻاڙي کائڻ ڇو ضروري آهي؟

ب- هيٺ ڏنل سوال جو تفصيلي جواب ڏيو:

(ا) ڪاڏي ڪائڻ جي ادبن تي هڪ نوٽ لکو.

ج - والدين جي مدد سان هڪ هفتي جو پنهنجو ذاتي ڊائٽ پلان (diet plan) يعني ڪاڏي ڪائڻ جو طريقيڪار چارٽ تي لکي استاد کي ڏيکاريو.

د- هن سبق مان پنهنجي پسند جا ڪي ٻه ٽڪتا لکو، جن کان توهان متاثر ٿيا هجو.

(ا) ________________________________

(٢) ________________________________

## استادن لاءِ هدايت

- ”آگاهي“ جي عنوان سان استاد صاحب شاگردن ۽ شاگرديائڻين کي بچيل ڪاڌو ضايع نہ ڪرڻ جي مهم (project) هلائڻ لاءِ ضروري هدايتون ڏين ۽ ٻارن کي همٿائين تہ هو پنهنجي والدين سان گڏ پاڙي وارن لاءِ هڪ تربيتي پروگرام منعقد ڪن ۽ بعد ۾ ان جي رپورٽ ڏين.
- استاد صاحب شهر/ڳوٺ ۾ موجود ڊاڪٽر يا نرس جي مدد سان ٻارن جي لاءِ غذائيت بابت هڪ معلوماتي پروگرام منعقد ڪن، جن ۾ والدين کي پڻ شرڪت جي دعوت ڏين

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| --- | --- | --- | --- |
| شخصيت | ماڻهپو، انسانيت | صحابي | حضرت محمد ﷺ جن جو ساٿي |
| هُٻڪاءُ | سڳنڌ، سرهاڻ، خوشبو | زيان | نقصان، ضايع ٿيڻ |
| واسجڻ | خوشبو وارو ٿيڻ | اِحسان فراموشي | احسان وسارڻ |
| سنجيدگي | سگهڙپائي | وڪوڙيل | وٺيل، ويڙهيل |
| شانُ | عزت، مانُ، مرتبو | وَر چڙهڻ | قابو ۾ اچڻ، هٿ اچڻ |
| نوازڻ | انعام ڏيڻ، فائدو ڏيڻ | گذارش | عرض، التجا |
| مُقدّر | اندازو ڪيل، پهريائين لکيل | تدبير | سوچ، تجويز، ڪوشش |
| نعم البدل | نيڪ عيوض، بهتر بدلو | وچٿري | وچ واري |
| خشڪ ڪرڻ | سُڪائڻ | شائستگي | تهذيب |
| موجب | مطابق، آهر | خدشو | خطرو |

# شخصيتون

## ا- حضرت مُقدّسه مريم

### ا- تعارف:

حضرت مُقدّسه مريم جي والده جو نالو مُقدسه حنّه بنت فاقوذا ۽ والد جو نالو يويا قيم يا عمران هو. اهي ٻئي پوڙها ۽ بي اولاد هئا. اهي مسلسل مالڪِ حقيقيءَ کان اولاد لاءِ دعا گهرندا هئا. مالڪِ حقيقيءَ انهن کي پوڙهاپ ۾ هڪ ڌيءُ عطا ڪئي، جنهن جو نالو هنن ’مريم‘ رکيو. مُقدسه مريم پنهنجي والدين سان گڏ ’جليل‘ جي هڪ شهر ’ناصرت‘ ۾ رهندي هئي.

### ٢- حضرت مُقدّسه مريم جي عزت:

حضرت مُقدّسه مريم کي مسيحي ۽ اسلامي دنيا ۾ برابريءَ وارو درجو حاصل آهي. ٻنهي مذهبن جا پوئلڳ انهن کي انتهائي عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏسن ٿا. حضرت مُقدّسه مريم جو ذڪر بائيبل مُقدس ۽ قرآن مجيد ۾ هر هر آيل آهي. قرآن مجيد ۾ تہ سندن نالي سان هڪ سورة

”سورۂ مريم“ ۾ موجود آهي. انجيل ۾ لکيل آهي:

”۽ ملائڪ ان وٽ اندر اچي چيو: سلام اي عزت واري! مالڪ حقيقي توسان گڏ آهي. تون عورتن ۾ مبارڪ آهين“.

اهو حوالو مُقدسه مريم جي بزرگي، عزت، مرتبي، پاڪائيءَ جي ڀرپور شاهدي ڏئي ٿو. ملائڪ مُقدّسه مريم کي پيغام ڏنو ته:

”تو کي هڪ پٽ پيدا ٿيندو، جنهن جو تون نالو يسوع رکجانءِ.“

قرآن مجيد ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته حضرت جبرائيل حضرت مُقدّسه مريم وٽ آيو ۽ کيس بشارت ڏني ته ”مالڪِ حقيقيءَ توکي چونڊيو آهي، توکي پاڪيزگي عطا ڪئي آهي ۽ دنيا جي عورتن تي توکي برتري ڏني آهي“.

## ٣- حضرت مُقدّسه مريم جو ڪردار:

سندن دل مالڪ حقيقيءَ جي محبت سان ڀريل هئي. پاڻ نهايت ئي پاڪ، بُردبار ۽ مالڪِ حقيقيءَ جي عبادت گذار ٻانهي هئي. پاڻ پنهنجي زندگيءَ ۾ گهڻيون خوشيون ڏٺائين جن مان سڀ کان اهم خوشي يسوع مسيح جي معجزانه پيدائش هئي. پر ان سان گڏ ڪين تڪليفون به ڏسڻيون پيون. سندن زندگيءَ ۾ ڪجهه اهڙا واقعا پيدا ٿيا، جيڪي سندن زندگيءَ ۾ ڏک ۽ تڪليف جو سبب بڻيا، جن ۾ بزرگ شمعون جي اڳڪٿي، مصر ڏانهن هجرت، يسوع مسيح جو وڃائجي وڃڻ، صليب هيٺ ڏکارو وقت گذارڻ. انهن سڀني تڪليفن جي باوجود پاڻ چاهيندي هئي ته ڏک ڏسڻ کان پوءِ ئي کيس هميشه واري خوشي حاصل ٿيڻ ممڪن آهي.

حضرت مُقدّسه مريم بزرگي، عزت ۽ پاڪيزگيءَ جي نشاني آهي. هوءَ ”ڪنواري مُقدّسه مريم“ جي نالي سان پڻ سڃاتي ويندي آهي. مسيحيت جي شروعاتي ڏينهن ۾ کيس

”شهزادي ماءُ“ بہ چيو ويو ۽ ”نئين حوا“ جو نالو بہ کين ڏنو ويو. اهو بہ چيو ويو تہ هوءَ يسوع جي ذريعي انسانيت جي ڇوٽڪاري ۽ مالڪِ حقيقيءَ جي عبادت جي ذريعي پنهنجي ڇوٽڪاري جو بندوبست ڪري رهي آهي. يقيناً ايندڙ دنيا تائين کين عزت ۽ احترام سان ياد ڪيو ويندو.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- حضرت مُقدّسه انهن بزرگ هستين مان هڪ آهي، جن کي مالڪِ حقيقيءَ پنهنجي اهم ڪم لاءِ چونڊيو هو.
- حضرت مُقدّسه مريم کي مسيحي ۽ اسلامي دنيا ۾ برابريءَ وارو احترام حاصل آهي.

الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(۱) قرآن مجيد ۾ حضرت مُقدّسه مريم سان منسوب سورة جو نالو ٻڌايو.

(۲) ملائڪ حضرت مُقدّسه مريم کي مالڪِ حقيقيءَ جي طرفان ڪهڙي ڳالهہ جي خوشخبري ڏني؟

(۳) حضرت مُقدّسه مريم جي باري ۾ نوٽ لکو.

ب- هن عنوان مان پنهنجي پسند جا ڪي بہ ٻہ نُڪتا لکو، جن کان توهان متاثر ٿيا هجو.

(۱) ______________________________

(۲) ______________________________

## استادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۾ شاگردياڻين جي رهنمائي ڪريو تہ هو مخلتف مذهبي ڪتابن جي روشنيءَ ۾ حضرت مُقدّسه مريم بابت اهم معلومات گڏ ڪن ۽ ڪتابڙي جي صورت ۾ تيار ڪري نمائش لاءِ پيش ڪن.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| مُقدّسه | پاڪ عورت | بشارت | خوشخبري، چڱو خواب |
| مُبارڪ | برڪت وارو | بزرگ | وڏو، بلند، عظيم |
| تَعجّب | حيرت ۾ پوڻ، عجب ڪرڻ | بُردبار | همت وارو، برداشت ڪندڙ |
| ڇُهڻ | هٿ لائڻ | پاڪ دامني | گناهن کان بچڻ |
| روح القدس | حضرت جبريل | سڳورو | مرتبي وارو |

# ٢- اشوڪ بادشاهه

## ١- تعارف:

اشوڪ موريا خاندان جو ٽيون بادشاهه هو. هو ٣٠٤ ق.م (قبل مسيح) ۾ پيدا ٿيو ۽ ٢٦٨ ق.م ۾ تخت تي ويٺو. هن ڇٽيهن سالن تائين حڪومت ڪئي. توڙي جو کيس هڪ وڏي بادشاهت ورثي ۾ ملي هئي، پر سندس بادشاهت جون حدون اتر ۾ ڪشمير کان وٺي ڏکڻ ۾ ڪرناٽڪ ۽ اوڀر ۾ گنگا جي ڊيلٽا کان اولهه ۾ افغانستان تائين پکڙيل هيون. هو پنهنجي دور ۾ دنيا جو هڪ وڏو بادشاهه رهي چڪو آهي.

## ٢- اشوڪ: بحيثيت بادشاهه

پنهنجي پيءُ جي بادشاهيءَ جي دور ۾ هو اُجين صوبي جو گورنر هو. والد جي وفات کان پوءِ بادشاهي حاصل ڪرڻ لاءِ کيس پنهنجن ڀائرن سان جنگ جوٽڻي پئي، جن ۾ پنهنجن نوانوي (٩٩) ڀائرن کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ بادشاهه بڻيو. سندس شروعاتي زندگي ۽ بادشاهت جي شروعاتي ستن سالن بابت وڌيڪ معلومات ناهي ملي سگهي، سواءِ هن جي ته هن گهڻيون شاديون ڪيون، شڪار ڪيا، تفريحي دورا ڪيا ۽ ڪيترائي علائقا فتح ڪيا.

بادشاهت جي اٺين سال ڪلنگا (موجوده اڙيسه) جي جنگ سندس زندگيءَ جي اهم وات ثابت ٿي. هن جنگ ۾ گهڻو ڪوس ٿيو ۽ تقريبًا هڪ لک ماڻهو ماريا ويا ۽ ڏيڍ لک قيدي بڻايا ويا. اشوڪ جنگ ته کٽي، پر هيڏي ساري تباهيءَ جو سندس دل تي گهاٽو اثر پيو ۽ آئنده لاءِ

هن جنگ کان توبهہ ڪئي ۽ ٻڌ مذهب ڏانهن مائل ٿيو، جنهن جي ڪري سندس زندگيءَ جو رخ تبديل ٿي پيو.

ٻُڌ مذهب قبول ڪرڻ کان پوءِ هن بادشاهيءَ ۾ جانورن جي ذبح ڪرڻ ۽ شڪار ڪيڏڻ تي پابندي هنئي. مهاڻن کي مڇين جي شڪار کان بہ جهلي ڇڏيائين. هن باقي زندگي ٻڌ مت جي ڦهلاءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏي. ڀڪشوئن کي وڌ کان وڌ سهوليتون ڏنائين. ايستائين جو پنهنجي پيءُ مُهند ۽ ڌيءُ سنگهہ مترا کي ٻڌ مذهب جي تبليغ لاءِ ڀڪشو بڻائي تبليغي مشن تي سري لنڪا موڪليائين. رواداري، مذهبي ۽ اخلاقي قدرن ڏانهن لاڙو ٿيڻ جي ڪري بادشاهيءَ جا ڪم ڪار متاثر ٿيڻ لڳا ۽ ڀڪشوئن جو شاهي دربار ۾ اثر رسوخ پڻ وڌي ويو.

## ۳- اشوڪ جون ٻڌ مذهب لاءِ اهم خدمتون:

اشوڪ ٻڌ مذهب کي پکيڙڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انهن جي مُقدّس جاين تي عمارتون ٺهرايون. ڪَتبا هٽايا، جن تي ٻڌ مذهب جا اصول لکيل هئا. هن عام ڀلائيءَ جي ڪمن تي بہ گهڻو ڌيان ڏنو ۽ بادشاهيءَ ۾ گهڻا سڌارا ڪيا.

هن روڊن تي وڻڪاري ڪئي ۽ گل ۽ ٻوٽا پوکرايا. کوهہ کوٽايائين ۽ مسافرن جي رهڻ لاءِ مهمان خانا ٺهرايائين. عدل ۽ انصاف جو بندوبست بہ ڪيائين. هن غريبن، يتيمن، بيواهن جي سار سنڀال جا انتظام بہ ڪيا. ڪيس نوان ڳوٺ ٺهرائڻ جو شوق پڻ هو، انهيءَ ڪري هن چوراسي (۸۴) هزار عمارتون اَڏايون.

بادشاهه اشوڪ عوامي مسئلن جي حل لاءِ خاص نمائندا مقرر ڪيا ۽ انهن کي عدالتي اختيار ڏنا. اشوڪ جو هڪ وڏو ڪارنامو پٿرن تي احڪام لکرائڻ هو. هن چوڏهن احڪام پٿر جي وڏين وڏين لٺين تي لکرايا، جن ۾ ڪجهه احڪام ۽ اخلاقي تعليم شامل هئي. مثال طور: ٻين کي برداشت ڪرڻ، ٻين جي مذهب جو احترام ڪرڻ، مذهبي عالمن، والدين ۽ استادن جو احترام، مالڪ کي مزدور سان سٺو سلوڪ ڪرڻ، والدين ۽ اولاد، شاگردن ۽ استادن جي وچ ۾ سٺا ناتا پيدا ڪرڻ، سچائي ۽ وچٿرائيءَ جي تعليم، نيڪي ۽ رحمدليءَ جي تعليم وغيره.

ٻڌ مذهب قبولڻ کان پوءِ اشوڪ موت جي سزا کي ختم ڪيو، پر انصاف جي گهرجن کي پورو ڪرڻ ۽ مذهب تي عمل ڪرائڻ لاءِ اعلىٰ آفيسرن تي مشتمل هڪ مَجلِس ٺاهي، جيڪا سڌو سنئون انهن معاملن جو جائزو وٺندي هئي. هن شهزادن ۽ وزيرن جي عيش واري زندگي گذارڻ تي پابندي لڳائي ۽ پاڻ به مڪمل طور تي ٻڌ مذهب تي باقي زندگي گذاريائين.

## ۴- اشوڪ جي بادشاهيءَ ۾ قانون جي بالادستي:

هونئن ته موريا خاندان جي بادشاهت ذاتي، موروثي ۽ هر قانون کان آزاد هئي، پر سڀ عدالتي، انتظامي ۽ فوجي اختيار ڪنهن شخص جي هٿ ۾ نه هئا، پر بادشاهه اشوڪ ان ڪم لاءِ صلاحڪارن جي هڪ مجلس قائم ڪئي هئي، جيڪا سڀني معاملن ۾ ڪيس مشورا ڏيندي هئي. ان مجلس کان سواءِ حاڪمن جو هڪ طبقو اهڙو هو، جيڪو بادشاهت جا فرض سرانجام ڏيندو

هو. ان طبقي جي اندر خاص صلاحڪار، مذهبي معاملن جو نگران، صوبيدار، قاضي، سپهه سالار ۽ ليڊر وغيره شامل هئا. اشوڪ جي دور ۾ هڪ نئون عهدو قائم ڪيو ويو، جنهن جو ڪم مذهبي معاملا لاڳو ڪرڻ هو. شهرن جي انتظام لاءِ الڳ ڪميٽي جوڙي وئي هئي. يوناني سفير منگهنز (Magohuns) چواڻي راڄڌاني پاٽلي پتر جي نظم ضبط لاءِ هڪ مجلس هئي، جيڪا ٽيهه (٣٠) رڪنن تي مشتمل هئي ۽ وڏيڪ ڇهن (٦) ننڍين مجلسن ۾ ورهايل هئي. هڪ صَنعت و حِرفت جي نگراني ڪندي هئي. ٻي مسافرن ۽ غيرملڪي واپارين جي سار سنڀال لهندي هئي. ٽين پيدائش ۽ موت جو حساب ڪتاب ڪندي هئي. چوٿين واپار بابت هئي. پنجين مصنوعات جي سار سنڀال لهندي هئي. ڇهين انهن اوڳاڙين (ٽيڪس) سان تعلق رکندي هئي، جيڪي وڪٽيل مال مان حاصل ڪيا ويندا هئا. ننڍن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ پنچائيت (Punchayat) جو رواج عام هو. اتي قاضي عوام جا مسئلا حل ڪندا هئا.

بادشاهه اشوڪ قانون مطابق پنهنجي بادشاهيءَ جي هر حصي جو مالڪ هو. انهيءَ ڪري هو هارين کان زرعي پيداوار جو هڪ خاص حصو ڍل طور وٺندو هو. ڍل سان گڏ پاڻيءَ جو ٽيڪس پڻ لاڳو هو. ان کان سواءِ جانورن، گهرن، واپار جي سامان، لوڻ ناهڻ، ڪاٺين ڪوٽڻ وارن کان ٽيڪس اوڳاڙڻ لاءِ مختلف ماڻهو مقرر هئا ۽ اهو سمورو پيسو سرڪاري خزاني ۾ جمع ٿيندو هو.

عدليه جا سمورا اختيار بادشاهه کي حاصل هوندا هئا. اهوئي ملڪ جو سڀ کان وڏو قاضي هو. بادشاهه جي فيصلي تي ڪنهن کي به نظرثاني ڪرڻ جو حق حاصل نه هو. اشوڪ بادشاهه عام دربار ۾ مقدمن جا فيصلا ڪندو هو ۽ پنهنجا فيصلا لاڳو ڪندو هو. سندس فيصلن ۾ ڪنهن غلطيءَ جي گنجائش نه هوندي هئي. هونئن ته بادشاهه جي دربار ۾ ڪافي قاضي هوندا هئا ۽ آئين ۽ قانون تحت فيصلا ڪرڻ ۾ بادشاهه جي مدد ڪندا هئا، پر بادشاهه ڪنهن قانون ۽ آئين جو پابند نه هو. بادشاهه جي عدالت کان پوءِ صوبن ۽ ضلعن جون عدالتون هيون، جتي شهر جو حاڪم، صوبيدار يا قاضي فيصلا ٻڌندو هو.

چيو ويندو آهي ته موريا بادشاهت دوران وڏيون سزائون، مثال طور ڦاسي، پاڻيءَ ۾

ٻوڙڻ ۽ ساڙڻ وغيره برقرار هيون، پر اشوڪ پنهنجي بادشاهيءَ ۾ انتظاميه کي حڪم ڏنو تہ هو ماڻهن سان گڏجي اخلاقي تعليم ۽ اشوڪ جي ١٤ حڪمن جي سختيءَ سان پابندي ڪن. جڏهن ماڻهو هڪ ٻئي سان صبر ۽ تحمّل جو مظاهرو ڪندا، هڪ ٻئي سان سٺو سلوڪ ڪندا تہ اهي سنگين سزائن کان بچي پوندا.

اشوڪ عوام سان گڏوگڏ پنهنجي خاندان جي سيني ڀاتين زالن، شهزادن ۽ شهزادين سميت وزيرن ۽ سيني حڪامن کي قانون جي پابندي ڪرڻ جو تاڪيد ڪيو هو.

## وفات:

اشوڪ ٢٣٢ ق.م ۾ فوت ٿيو. سندس جانشين هيڏي وڏي بادشاهت کي صرف پنجاهہ سالن تائين سنڀالي سگهيا ۽ نيٺ اها ختم ٿي وئي، پر اشوڪ جو نالو سندس ڪارنامن، ٻڌ مذهب جي خدمتن ڪرڻ ۽ قانون جي بالادستيءَ جي ڪري تاريخ ۾ سدائين لاءِ زندهہ رهندو.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- اشوڪ موريا خاندان جو بادشاهہ هو، جنهن تقريبًا چٽيهن سالن تائين بادشاهت ڪئي ۽ پنهنجي بادشاهيءَ کي ڪشادو ڪيو.
- حڪمرانيءَ جي اٺين سال ڪلنگا جي جنگ ۾ گهڻو جاني نقصان ٿيڻ تي سندس دل تي گهرو اثر پيو ۽ هن جنگ کان هميشہ لاءِ توبه ڪئي.
- اشوڪ ٻڌ مذهب کي پرڏيهي مذهب بنائڻ لاءِ اڻ مِٽ خدمتون ڪيون.
- اشوڪ جي بادشاهيءَ واري دور ۾ قانون جي نظر ۾ شاهي خاندان جي ماڻهوءَ کان وٺي عام ماڻهو سيئي برابر هئا.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(۱) اشوڪ کي پنهنجن پائرن سان جنگ ڇو وڙهڻي پئي؟

(۲) اشوڪ ڪيترا سال بادشاهت ڪئي ۽ پنهنجي بادشاهيءَ کي ڪيترو وسيع ڪيو؟

(۳) اشوڪ بادشاهه ٻڌ مذهب ڏانهن ڇو مائل ٿيو؟

ب- بادشاهه اشوڪ جي ٻڌ مذهب لاءِ ڪيل خدمتن تي نوٽ لکو.

ج- اشوڪ جي بادشاهت واري دور ۾ قانون جي بالادستيءَ تي هڪ مختصر مقالو لکو.

د- هن عنوان مان پنهنجي پسند جا ڪي ٻه ٻه نُڪتا لکو، جن کان توهان متاثر ٿيا هجو.

(۱) ______________________________

(۲) ______________________________

## استادن لاءِ هدايت

- ڪلاس جي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي ٽن گروپن ۾ ورهائي هيٺين عنوانن تي تقريري مقابلا ڪرايو:

  ١- اشوڪ بادشاهيءَ ۾ شهزادي جي حيثيت سان
  ٢- اشوڪ موريا خاندان جي فرد جي حيثيت سان
  ٣- اشوڪ قوم ۾ مُصلح جي حيثيت سان

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ورثو | ميراث | صَنعت و حِرفت | هنر ۽ ڪاريگري |
| تفريحي | خوشيءَ وارو، راحت وارو | ڍل | ڪنهن آباد زمين جي اوڳاڙي |
| ڪوس | قتل، خونريزي | اوڳاڙڻ | وصول ڪرڻ |
| مائل | لاڙو ڪيل، جُهڪيل | نظرثاني | وري جاچڻ |
| رواداري | قبول ڪرڻ، واهر | آئين | قاعدو، قانون، دستور |
| ڪَتبو (ج) ڪَتبا | پٿر وغيره تي ڪا لکت اڪرايل | ڀاتي | گهر جو ماڻهو |
| مَجلِس | ويهڻ جي جاءِ، بيٺڪ | جانشين | قائم مقام، خليفو |
| بالادستي | زورآوري | اڻ مِٽ | هميشه رهندڙ |
| ڪميٽي | خاص مقصد لاءِ مجلس | | |

# ٣- مُقدس ٿامس اڪوئينس

## (St. Thomas Aquinas)

### ا- تعارف:

مسيحيت جي تاريخ ۾ بيشمار مُقدّسِين جو ذڪر ملي ٿو، جن پنهنجي سٺي سلوڪ، بهادري، علم ۽ فضل جي لحاظ سان هنر ۽ فن جي ذريعي پنهنجو نالو هميشہ لاءِ تاريخ ۾ لکرايو. انهن شخصيتن مان هڪ مقدس ٿامس اڪوئينس بہ آهي، جيڪو پنهنجي پاڪيزگي، هوشياري ۽ سوچ ويچار جي ڪري تمام گهڻو مشهور ٿيو. خاص طور تي رومن ڪيٿولڪ چرچ ۾ سندس مشهوري تمام گهڻي آهي. هن کي ” فرشتہ صفت استاد“ جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي.

مقدس ٿامس جي پيدائش ١٢٢٥ع ۾ رياست سسليءَ جي هنڌ رَوڪاسيڪا ۾ ٿي. سندس پيءُ پنجن سالن جي عمر ۾ ڪيس ڪوبينا ڊڪتن راهين وٽ تعليم ۽ تربيت لاءِ ڇڏيو. سندس سيئي استاد هن جي ڏاهپ ۽ تعليمي قابليت کان بيحد متاثر ٿيا .

## ٢- مذهب ذانهن رجحان:

مقدس ٿامس جوانيءَ ۾ ئي دنيا جي عيش کي ڇڏي ڏنو هو. پنهنجي والد جي فوت ٿيڻ کان پوءِ ماءُ ۽ ڀائرن جي مرضيءَ جي ابتڙ مقدس ڊومينيڪن (Dominican) جيڪو مسيحيت جو هڪ مذهبي مڪتبِ فڪر آهي، ان ۾ شامل ٿيو. جڏهن پاڻ روم وڃڻ جي تيارين ۾ هو ته سندس ڀائرن کيس گهر ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ هو اڳيئين سال تائين نه وڃي سگهيو. پوپ چوٿين (Pope Innocent IV) جي ڪري کيس قيد مان رهائي ملي. هو ڊومينيڪن جي مذهبي تعليم لاءِ جرمنيءَ جي شهر ڪولون هليو ويو، جتي هو مقدس البرٽ عظيم جو شاگرد بڻجي رهيو ۽ ڪانٹس فلسفي ۽ الٰهيات جو علم سکيو.

## ٣- پڙهائڻ جون ذميداريون:

٢٢ سالن جي عمر ۾ کيس ڪولون شهر ۾ پڙهائڻ جون ذميداريون حوالي ڪيون ويون. انهيءَ دوران هن پنهنجا ڪتاب به لکڻ شروع ڪيا. سندس ڪتابن ۾ سومه ٿيولوجيڪا (Theologica Summa) ۽ Gentiles وڏيڪ مشهور آهن.

ڇئن سالن کانپوءِ مُقدّس ٿامس کي پيرس موڪليو ويو. ان وقت تائين پاڻ هڪ ڪاهن بڻجي چڪو هو. ٣١ سالن جي عمر ۾ کيس ڊاڪٽريٽ (Ph.D) جي ڊگري حاصل ٿي. ان کان پوءِ هو پيرس جي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهائڻ لڳو.

پيرس ۾ وقت جي بادشاهه مقدس لوئيس سان سندس سٺي دوستي ٿي پئي. ١٢٦١ع ۾ پوپ اليگزينڊر سندس خدمتون حاصل ڪرڻ لاءِ روم گهرايو. پر پاڻ وڏي بردباريءَ سان انهيءَ خدمت کان مجبوري ڏيکاري. کين نيپلز (Naples) جي آرچ بشپ جو عهدو سنڀالڻ جي آڇ ٿي، پر پاڻ ان کان به انڪار ڪيائين، البت نيپلز (Naples) يونيورسٽيءَ ۾ ١٢٧٢ع تائين پڙهائيندو رهيو. ايستائين جو ٧ مارچ ١٢٧٤ع تي هو پنهنجي مالڪِ حقيقيءَ سان وڃي مليو.

## ۴- دينيات ۽ فلسفي ۾ مُقدّس ٿامس اڪوئينس جون خدمتون:

مُقدّس ٿامس اڪوئينس ديني عالم هئڻ سان گڏوگڏ هڪ فلسفي پڻ هو. سندس دور ۾ فلسفي ۾ اگسٽين ۽ ارسطوءَ جي سوچن جو چؤبول هو. اگسٽين جو چوڻ هو تہ ”سچائيءَ جي تلاش ۽ ڄاڻ لاءِ حسي تجربا ڪافي آهن“ ان جي ابتڙ مقدس ٿامس جو نظريو هي هو تہ ”حقيقت جي تهہ تائين پهچڻ لاءِ صرف حِسي تجربا ڪافي ناهن، پر انهن لاءِ وحي جو هئڻ ضروري آهي“. شين جي حقيقت کي پرکڻ لاءِ تہ عقل ڪافي آهي، پر ديني حقيقتن کي سمجهڻ لاءِ عقل ڪافي ناهي ۽ نہ ئي حواس صحيح طور تي رهنمائي ڪري سگهن ٿا. مالڪِ حقيقيءَ جي وجود ۽ ڄاڻ لاءِ عقلي دليل بہ آهن، پر وحيءَ کان سواءِ ان جي وجود جي ڄاڻ ممڪن ناهي. وڌيڪ هي تہ مسيحيت جي عقيدي ”تَثليث“ کي بہ وحيءَ جي رهنمائيءَ کان سواءِ نٿو سمجهي سگهجي.

تيرهين صدي عيسويءَ ۾ جڏهن ارسطوءَ جي نظرين جو لاطيني ٻوليءَ ۾ ترجمو شايع ٿيو ۽ ابن رُشد ارسطوءَ جي سوچ جي وضاحت پيش ڪئي تہ اصل ۾ عقلي علمن کي وڏي هٿي ملي. ان جي ابتڙ رومن ڪاٿولڪ چرچ ارسطوءَ جي سوچ جي مخالفت ڪئي، پر ان کي ڪا خاص ڪاميابي حاصل نہ ٿي سگهي. ان ڏس ۾ ٿامس اڪوئينس رومن ڪاٿولڪ چرچ جي رهنمائي ڪندي ارسطوءَ جي خيالن جي ترديد ڪندي دليل پيش ڪيا، جيڪا اُن وقت مسيحيت کي بچائڻ جي اهم ڪوشش هئي. اهي ئي سندس خدمتون آهن، جن جي ڪري مقدس ٿامس اڪوئينس کي ساراهيو ويندو آهي. پر سورهين صديءَ کان اوڻيهين صدي عيسويءَ تائين سندس سوچن تي ڪافي تنقيد ڪئي وئي ۽ سندس دليلن جي روشني گهٽ ٿيندي وئي.

هن سبق جا اهم نُڪتا هن ريت آهن:

- مقدس ٿامس اڪوئينس مسيحيت کي ارسطوءَ جي سوچ کان بچائڻ لاءِ گهڻا دليل پيش ڪيا ۽ رومن ڪاٿولڪ چرچ کي بچايو.

- مقدس ٿامس اڪوئينس کي ”فرشتہ صفت استاد“ جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي.
- هن ننڍي عمر ۾ پڙهڻ پڙهائڻ جو ڪم شروع ڪيو ۽ نوان ڪتاب لکيا.

## شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ سرگرمي

**الف- هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:**

(۱) مسيحي تاريخ ۾ مقدس ٿامس اڪوئينس ڇو مشهور آهي؟

(۲) مقدس ٿامس جي شروعاتي تعليم ۽ تربيت ڪنهن ڪئي؟

(۳) مقدس ٿامس جي ڪتابن جا نالا ٻڌايو.

(۴) مقدس ٿامس اڪوئينس جي خدمتن تي نوٽ لکو.

**ب- هن سبق مان پنهنجي پسند جا ڪي بہ ٻہ نُڪتا لکو، جن ڪان توهان متاثر ٿيا هجو.**

(۱) ____________________

(۲) ____________________

### استادن لاءِ هدايت

- شاگردن ۽ شاگردياڻين کي همٿايو تہ اهي ٿامس اڪوئينس جي خدمتن بابت مذهبي ڪتابن جي مدد سان ذاتي طور تي هڪ تحقيقي مقالو لکن.

## نوان لفظ ۽ اُنهن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| --- | --- | --- | --- |
| عيش | خوشي، لطف، راحت | پَرکڻ | جاچڻ، چڪاسڻ |
| الـٰهيات | اهو علم، جنهن جو واسطو معبود سان هجي | تَثليث | عيسائين جي عقيدي موجب الله کي ٽن حصن ۾ ورهائڻ جو عقيدو |
| مڪتبِ فڪر | جدا فڪر جو اسڪول | ترديد | مخالفت ۾ بيان |
| ڪاهن | پادري | تنقيد | نڪته چيني، ڪوتي ۽ ڪري جي پرک |
| چؤٻول | وائي، پچار | | |